منزل ڏانهن اٺون قدم

# شبنم شبنم، ڪنول ڪنول

نسيم احمد کرل



قيمت:-
آڇو پنو: ٻه رپيا پنجاهه پئسا
سادو پنو: رپيو پنجهتر پئسا

ادارهٔ ادبِ نو

ڇپائيندڙ: اداره ادبِ نؤ،
ويسٽ ڪچا، F/45-750
حيدرآباد سنڌ

ڇپيندڙ:- پايونيئر پريس،
رسالا روڊ،
حيدرآباد سنڌ

ٽائٽيل ڊزائين. گل محمد کتري

ٽائٽيل ڇپيندڙ: سينٽرل پرنٽنگ پريس،
آرام باغ روڊ،
ڪراچي

ڇپجڻ جي تاريخ:- آڪٽوبر، ١٩٦٦

سول ايجنٽ:- ادبيات، ٥ - سول اسپتال روڊ، حيدرآباد سنڌ

ڀارت ۾:- ڪونج پبليڪيشن، ٤- گريٽ ويسٽرن بلڊنگ،
اپالو اسٽريٽ، فورٽ، بمبئي نمبر١، ڀارت

ڪافر
شبنم، شبنم، ڪنول ڪنول
زماني جي گردش
گٽس
ڪچو رنگ
گذريل واردات
زر ۽ زور
ڳِٺ
ڪني آڱر
ڀُتُ

جنهن ڏينهن سيتل آوڏ ۽ سنڌس گهرواريءَ کي مسلمان
ڪرڻو هو، ان ڏينهن مسيت ۾ نماز تي ايترا ته جماعتي آيا
جو قبائين ڪوني ته پرجي وئي پر ٻاهر پڌر ۾ به ٻٽي صفون
بيهجي ويون. هن ڪان اڳ ايتري جماعت يا ته عيدن تي ٿيندي
هئي يا جڏهن ڪو سرندڙ ماڻهو پنهنجي مئل پيءُ يا ڀاءُ کي
ثواب ڏيارڻ خاطر ختمي جي ديگ لاهيندو هو. ڳوٺ جي
مسيت جي پيش امام، مولوي اميد عليءَ، به ان ڳالهه جي چڱي
مشهوري ڪئي هئي ۽ اوطاق ۾، قرآن شريف ۽ حديث جي
روشني ۾، هن موقع جو عيدن ڪان به وڌيڪ مبارڪ هجڻ ثابت
ڪيو هئائين. ڳوٺ جا ماڻهو به هرويرو ايترا بي دين ڪون هئا
۽ جنهن مڙس ۾ جو ور ورايو هو سو اچي حاضر ٿيو هو.
مولوي صاحب پاڻ به هن موقعي تي چڱي شان مان سان آيو
هو. مٿي تي موڳي سائي دستار، بدن تي هرڪ جا ڪورا
ڪپڙا، پيرن ۾ سيمر جي نئين جتي، ۽ هٿن ۾ جنڊيءَ جي عصا
جنهنجي هيٺين چيڙي ۾ لوهي ڪلي لڳل هئي ۽ جا محراب
جي پرسان ڪچي فرش ۾ ائين کوڙي هئائين جيئن دين جو
جهنڊو کوڙيو هجيس. ان ڏينهن هن جيڪو خطبي جو ڪتاب
آندو هو سو به نئون هو. هو جڏهن آيتون پڙهي سنڌي ابيات
جي ان حصي تي پهتو جتي چئن اصحاب سڳورن جي ثنا هئي—

پهريون يار هو صديق اڪبر
پلارو پير جهلو صديق اڪبر
رفيق - غار هو صديق اڪبر
تنهنجي صفت ڪهڙي ڪريان
ٻيو يار عادل عمر هو
سدائين ڪفار جو قاتل عمر هو

شجاعت ۾ قوي ڪامل عمر هو
تنهنجي صفت ڪهڙي ڪريان
نبي جو دادلو عثمان اعليٰ
جمع قران ڪيو عثمان اعليٰ
سخاوت جو صاحب عثمان اعليٰ
تنهنجي صفت ڪهڙي ڪريان
جيارو دين ۽ ايمان حيدر
پيغمبر تان سدا قربان حيدر
خدا واڪاڻيو هر آن حيدر
تنهنجي صفت ڪهڙي ڪريان

— ته جماعتين جو اڪيون اهڙا سريلا ابيات پڙدي پوتجي ويون ۽ هر ڪنهن جي دل گهرڻ لڳي ته اهو خطبو هلندو رهي. فرض ۾ به مولوي صاحب ننڍين آيتن بجاءِ سورت الرحمان شروع ڪئي، جنهن ۾ 'فبايّ الاءِ ربڪما تڪذبان' جي تڪرار نماز ۾ وڌيڪ سواد پئدا ڪري ڇڏيو. نماز ڪانپوءِ مولوي صاحب ٿوري تقرير ڪئي ۽ ڳوٺ جي ماڻهن کي اهڙي مبارڪ موقعي ۾ شريڪ ٿيڻ جي مبارڪ ڏنائين. پوءِ هڪ پنج-وقت نمازيءَ کي موڪلي سيتل ۽ سندس گهر واريءَ کي گهرايائين، جي غسل ڪرڻ کان پوءِ نون ڪورن ڪپڙن ۾ اوطاق ۾ ويهاريا ويا هئا. جڏهن سيتل مسيت ۾ ويٺو تڏهن مولوي صاحب بلند آواز ۾ سيتل کان پڇيو، ” بابا، تون ۽ مائي تلي دين محمدي قبول ڪرڻ گهرو ٿا؟“

”ها مولبي صاحب.“

”پنهنجي رضا خوشي سان يا زور زبردستيءَ سان؟“

”پنهنجي رجا سان، سائين.“

”تون به مائي تلي؟“

”ها سائين.“ هڪ نوڪليءَ ڪنڌ ۾ ويٺل مائي تليءَ جواب ڏنو.

مولوي صاحب اهو ٻڌي ڏاڍيان جماعتين کان پڇيو، "ٻڌو ٿا برادران؟"
"ها ٻڌون ٿا." گهڻن جماعتين جواب ڏنو.
مولوي صاحب اشهد آگر چت ڏانهن کڻي ۽ ٽي ڀيرا بلند آواز سان چيائين، "اي الله تون شاهد هججانءِ. اي الله تون شاهد هججانءِ. اي الله تون شاهد هججانءِ." ائين چئي مولوي صاحب وري سيتل کان پڇيو، "روزا به رکندين ۽ نماز به پنج وقت باجماعت پڙهندين؟"
"ها سائين روجا به رکندس نماج به پڙهندس."
"سونهاري به شرعي حد تائين رکائيندين؟"
"رکائيندس،" سيتل صدق سان چيو.
اوچتو مولوي صاحب جي نظر سيتل جي کنن تي پئي جن ۾ سونيون ڪيوتيون پيون هيون. مولوي صاحب هڪدم کيس چيو، "اهي سونيون ڪيوتيون لاهي ماڻي کي ڏي: اسلام ۾ مردن کي سون پائڻ حرام آهي."
سيتل تڙ تڪڙ ۾ ڪيوتيون لاهي ماڻي کي ڏنيون جنهن اهي وٺي رئي جي پلاند ۾ ٻڌيون. مولوي صاحب اڳلو سوال پڇيو،
"جوا نه کيڏندين، دارون نه پيئندين؟"
"نه سائين."
"مسلمانن والگر ختنو به ڪرائيندين؟"
"ها سائين،" سيتل انهيءَ صدق سان چيو.
"جزاڪ الله، جزاڪ الله!" مولوي صاحب کيس شاباس ڏني. وڌيڪ ٻين سوالن پڇڻ جي به ضرورت نه سمجهيائين ۽ کيس چيائين، "ٿورو سري منهنجي ويجهو اچي ويهه."
سيتل رڙهي وڃي سندس پرسان ويٺو ته مولوي صاحب کيس چيو، "چئه: لا اِلٰہ."
سيتل چڱي طرح چئي نه سگهيو ۽ چيائين، "لائيلا."
"ائين نه، چئه: لا-اِ-لاهہ." مولوي لفظ هوريان هوريان

ائين چيو جيئن ڪتابن کي پڙهائيندو هو.

”لا–اِ–لا هہ.“ سيتل چيو، هن پيري برابر.

”اِ–لل–لا هہ،“ مولوي صاحب اڳتي وڌيو.

”اِ–لل–لا هہ.“

”م–حم–در.“

”م–حم–در.“

”رسول الله.“

”رسول الله.“

”هاڻي چڱي طرح سڄو ڪلمو ائين پڙهہ جيئن مان پڙهان.“

”ها سائين.“

”چئہ: لاالله الا الله محمد الرسول الله.“

”لاالله الا الله محمد الرسول الله“ سيتل چڱي طرح چئي ويو.

سڀ جماعتي هڪ ٻي دين کي الله ۽ انجي رسول تي ايمان آڻيندو ڏسي خوشيءَ ۾ ڀرتي ويا ۽ مولوي صاحب کي مبارڪ ڏئي وري سيتل کي مبارڪون ڏيڻ لڳا. هڪ ديندار تہ تڪبير جو نعرو هنيو، جنهن جو جواب جماعتين ايترو تہ زور سان ڏنو جو ڪي گهڙيون مسيت جي قبائين ڇت ۽ ڀتيون، اهي اکر ورجائينديون رهيون. ان ڪانپوءِ مائي تليءَ ڪان بہ ساڳي ريت ڪلمو پڙهايو ويو. انکي بہ مبارڪون مليون. پوءِ مولوي صاحب سيتل ڏانهن منهن ڪري چيو، اڄ کان تنهنجو اسلامي نالو عبدالله آهي.“

”ها سائين.“

وري مولوي صاحب تليءَ ڏانهن منهن ڪري چيو، ”۽ مائي، تنهنجو نالو فاطمه.“

”ها سائين.“

ڪي جماعتي اٿڻ لڳا تہ مولوي صاحب کين هٿ جي اشاري سان جهليو ۽ چيائين،”ترسو اڃا هنن جو نڪاح پڙهڻو آهي.“

اها ڳالهه ٻڌي هرڪو پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيو.
مولوي صاحب ٻنهي ڪان رضا پڇي، آمنت باالله پڙهڻ شروع ڪئي.

هوڏانهن ڳوٺ جي ٻاهران اڏيل اوڏن جي پکن ۾ باکهياڙو
متل هو. زالُن زبن جدا ڏولو ناهي ٻٽي پنهنجي ٻوليءَ ۾
ڏاڙ گهوڙا ڪئي ته مرد وري جدا پنهنجي مکيءَ ڦگڻ مل جي
ڪٽ جي چوڏاري وڏي بحث مباحثي ۾ هئا. مکيءَ ڦگڻ مل
به ڪڏهن ڪڏهن خار ۾ سٽرن تي زور سان هٿ هڻي پئي ان
ڳالهه جو ارمان ڪيو. هنڪي پهرين پهرين اها خبر پئي هئي
ته هن سيتل کي ايلاز منٿون ڪيون هيون، ڳيتا جا واسطا
وڌا هئا، ۽ آخر ۾ سڄي پنچات جي سامهون پنهنجي مکيائپ
جو ڪيسري رنگ جو پٽڪو به سندس پيرن تي رکيو هو پر
سيتل ڪيس ڪليي پلو جواب ڏاو هو، ۽ چيو هو، ”مکي، تون
ڪٽي ڇا به ڪرين، مان مهذب ضرور مٽائيندس.“
”پر تون مهذب ڇو ٿو مٽائين؟“
”منهنجي مرضي.“
”نيٺ به؟“
اتي مس مس سيتل کليو هو ۽ چيو هئائين، ”مونکي پنهنجو
مهذب نٿو وڻي.“
”گهوڙياري، توکي ڇو نٿو وڻي پنهنجو مهذب؟“
”چڱو مکي، ٻڌاءِ اسين ڪير آهيون؟“
”اسين هندو آهيون.“
”پلا هندو لاش چتا تي چاڙهيندا آهن، اسين ڇو پوريندا آهيون؟“
”اها اسانجي رشم آهي.“
”چڱو اسان چيلو ڇو حلال ڪرائي کائيندا آهيون؟“
”اها به اسانجي رشم آهي — ابن ڏاڏن کان.“
”پر اهي ته مسلمانن جون رشمون آهن.“

”انهن جون ٻه آهن ته اسالجون ٻه آهن.“
”پوءِ ڪيئن تو چئين اسين هندو آهيون؟“
”نه ته ڇا هيون ڙي؟“
”اڌ هندو اڌ مسلمان. ڏڙ ريڊيو مسي ٻاڪري.“
مکي ڦگڻ مل ان سوال ۾ لاجواب ٿي ويو پر هن ڳالهه
بدلائي چيو، ”ڪٿي ڇا ٻه هجون پر مهذب ڇو بدلايون؟“
”مونکي مسلمانڪو مهذب وڻي ٿو.“
”اسانجو مهذب ڪوڙو آ؟“
”ها ڪوڙو آ،“ سيتل دليريءَ سان چيو هو.
ان ڳالهه تي پڄاڻت ۾ ويٺل اوڏن جي رت ڦري وئي. موتي
۽ ٻيا ٻتي ڇٽا ته ڪيس ٿڪ چنبي هٿڻ لاءِ اڳتي وڌيا، پر
مکيءَ هٿ ٻڌي کين جهليو ۽ چيائين، ”پڻيچو، مارڻ ڪٽڻ
مان ڪجهه نه ورندو، هنکي مسلمن تاويج پيارايا آهن.“
اها ڳالهه سندن دل ۾ انين کپي وئي جيئن سندن تکي ڪوڏر
آلي زمين ۾ کپي ويندي هئي. مولوي برابر تعويذن لکڻ ۾
مشهور هو. پري پري کان سوالي پنڌ ڪري ڪانئس تعويذ
لکرائي ويندا هئا. اتي ويٺل اوڏ پنهنجن پنهنجن جاين تي
ويهي رهيا ۽ اها ڪاوڙ حقي مان زور سان وزم هٽي لاهڻ لڳا.
مکي سيٺي کي مان ۾ ڏمي وري سيتل ڏانهن منهن ڪيو ۽
ڪانئس پڇيو، ”توکي مسلمانڪو مهذب ڇو ٿو وڻي؟“
”مسلمان پاڻ ۾ ڀائرن واڱر گڏجي ڪائن. اسان هندن ۾ ڪي
اوڏ ته ڪي اڇوت، ڪي برهمڻ ته ڪي کتري.؟
مکيءَ کي ڪو جواب نه سجهيو. اها ڳالهه ته برابر هئي ته
برهمڻ اڇوتن ۽ اوڏن کي پنهنجي ويجهو ٻه اچڻ نه ڏيندا آهن،
هڪ ٿالهي ۾ ڪارائڻ ته پري رهيو. مسلمان ته اهڙو ڪو
ويڇوڙي نه ڪن. اتي مکيءَ ٻي طرح ڊارو اڇليو:
”سيتل، تون مسلو ٿيندين ته پوءِ اسان سان ڪو واسطو

ڪوله رهندءِ!"

"ڀلي نه رهي."

"اسين توکي ڀاڻ وٽ اچڻ به ڪونه ڏيندا سين. ولر وٽ به ڪوله!" مکيءَ سيتل کي دڙڪو ڏنو. ولر جي گهر واري سيتل جي سڳي ڀيڻ هئي.

"ڀلي نه اچڻ ڏجو. مان مسلمان ڀائرن سان اٿندس ويهندس. ڀيڻ به مٺي سهايم."

هن مهل تائين مکيءَ ٽنڊو ٻئي ڳالهايو. هنڪي ڀڪ هئي ته سيتل ڪٿي له ڪٿي ڪٿي پوندو ۽ سندس دام ۾ ڦاسي پوندو؛ ٻر هن جو ڪنهن به ڳالهه کي چخي نه ڪئي ۽ ڀيڻ کي به جيئري ماري ڇڏيائين ته مکيءَ کي جڪ اچي ويا. ٿورو گرم ٿي چيائين، "ياد ڪجانءِ، سيتل، گڏهن کي ڪٿي ٻنج منجيون ڀارائي گهوڙن سان ٻيهاربو ته به گڏهه ئي هوندا گهوڙا ڪوله ٿيندا."

ٻنچات جي اٺئن ڪان پوءِ مکيءَ ولر کي سمجهايو هو ته سيتل کي ٻنهنجي منهن پٽڪا ميڙيون ڪري سمجهائيندو رهي. ٻر سيتل ولر ۽ ڀيڻ جي ايلازن تي به ڪونه مڙيو، ۽ مولوي اميد علي سان ٻڌل موقع موجب، جمعي جي ڀلاري ڏينهن، گهر واريءَ کي وٺي سڌو مسيت ۾ ويو ۽ ڪلمو پڙهيائين. ٻونتان اوڏن ۾ ٻاگهيارو متل هو. زائفن زنبن جدا ٽولو ناهي ٻنهنجي ٻولي ۾ ٻئي ڏاڙ گهوڙا ڪئي ته مرد، ٻنهنجي مکيءَ جي ڪٽ جي چوڌاري، وڏي بحث مباحثي ۾ هئا. مکي ڦگڻ مل به ڪڏهن ڪڏهن خار ۾ ٻئي هٿ زور سان سٿرن تي هڻي ٻئي ان ڳالهه جو ارمان ڪيو.

مسلمان ٿيڻ ڪان پوءِ سيتل هڪدم بدلجي ويو. اڳي هڪ نه ٻئي ڏينهن ڏاڙهي له ڪوڙائيندو هو ته آرام ئي ڪوله ايندو

هوس، پوءِ باقاعدي سولهاري چڏي ڏني هئائين، جا روز بروز وڌلدي سندس منهن جي نور کي جرڪائيندي پئي وئي. نماز ۾ ايندو ته مولوي کان بہ اڳ هو، پر جي دير ٿيندي هيس تہ بہ ايتري جو مولوي بانگ ڏئي اچا دڪيءَ تان لهندو تہ سندس هڪ پير مسيت جي در جي چائٺ ٽپندو. مسيت جي سيوا، بهاري، لڪن ويڙهڻ ۽ مٽين ڀرڻ ۾ بہ سڀني جماعتين کان اڳرو هو. قرآن شريف پڙهڻ جو بہ اهڙو شوق رکيائين جو مهيني ڏيڍ ۾ باب نامو پڄائي وچي سيپارو شروع ڪيائين. پنهنجي گهر بہ اسر جو ۽ سومهڻي جو وڏي سر سان پيو ذڪر ڪندو هو. مطلب تہ خدا کيس اهڙي هدايت ڏني هئي جو شل ساري جڳ جهان کي ڏئي. مولوي صاحب کي بہ اڳ کنهن بي دين کي مسلمان ڪرڻ جي سعادت نصيب ڪانہ ٿي هئي، انڪري کيس پنهنجي آخرت جو توشو سمجهي ڏسي ڏسي پيو ٺرندو هو ۽ آئي وئي سان هنجي تعريف ڪندو هو. ”ابا، هي اسانجو عبدالله ڪنهن ڏکي منزل نہ رسي تہ مونکي ڏني نہ ڪيڪارجو!“

ڪڏهن ڪڏهن مولوي صاحب ڪن بي نمازين کي خدا، رسول ۽ آخرت جا ڀؤ ڏيندو هو ۽ هنجو مثال ڏئي کين چوندو هو، ”اڙي نماز پڙهو، دور ڪيو، نہ تہ قيامت جي ڏينهن هي اوڏ توهانکي شڪي ڪندو.“ عبدالله جو نماز، صلوات ۽ دور ۾ شوق ڏسي مولوي صاحب کيس دلداري ڏيندو هو ۽ چوندو هو، ”عبدالله، نہ گهبرائجانءِ. رب سائين تنهنجا سڀ گناه معاف ڪندو. پلو پلو ڀاڻ ايندو آهي تہ پلو نہ ڇٽبو آهي.“

عبدالله وري ان ڳالهہ تي عاجزي سان مولوي صاحب کي عرض ڪندو هو تہ هو خدا جي پيارن ٻانهن مان آهي، هو خدا جي دربار ۾ عرض ڪري تہ سندس اڳيان گناهہ معاف ٿين، قبر جي عذاب ۾ آساني ٿئي ۽ قيامت سوچاري ٿئي. مولوي صاحب

هڪدم هٿ کڻي دعا گهرندو هو ۽ پهرين صلوات شريف ۽ ٻئي آيتون پڙهي وڏي سر ۽ عاجزي سان هي دعا پڙهندو هو:

عرض سڻ عاصين اسانجو مصطفيٰ جي واسطي
هٿ کڻڻ آهي شرم پر وس نه توريءَ واهه ٻي
سوال سڻ صديق اڪبر دل صفا جي واسطي
سخت آ سرڪار تنهنجي اسان ڏوهي ٿا ڏڪون
فضل ڪر فاروق اعظم ٻي ريا جي واسطي
نفس واري جنگ ۾ تون اسانکي فتح بخش
حل ڪر مشڪل اسانجي مشڪل ڪشا جي واسطي

ان وچ ۾ عبدالله هڪ هڪ بند ڪانپوءِ آمين چوندو ويندو هو ۽ سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙي ڳڙي سندس سونهاري ۾ جذب ٿيندا ويندا هئا.

هڪ ڏينهن ٽپهري جي نماز کان ٿورو اڳ ولر جو ٽ ٻاٻيهو وٽس پيچي آيو، پنهنجي ماءُ جي بيمار هجڻ ۽ کيس ياد ڪرڻ جو پڌاياڻين. عبدالله کي اڳ ۾ هن هُن جي واتان اها خبر پيئي هئي، پر مکيءَ ڦڳڻ مل سان ڪيل فيصلي موجب هو ڪونه ويو هو. ٻاٻيهي کان پيڻ جي بيماري جو پڌي، هنکي جهڙو نه گهٽو آيو پر ٻاٻيهي کي چيائين، "مان اوڏانهن ڪونه هلندس، مکي ڪاوڙ ڪندو. تون ڳاڏي تي هيڏي ڪٺائي اچينس."
ٻاٻيهي مامي جو اهو عذر ٻڌي کيس چيو، "ماما، تون ان ڳالهه جي ڳڻتي نه ڪر. ٻابي مکي جي پيرن تي پٽڪو رکي تنهنجي ٿوري گهڙي لاءِ موڪل ورتي آهي."
ان موڪل ملڻ کانپوءِ عبدالله کي پيو ڪهڙو اعتراض هو. هو ٻاٻيهي سان گڏجي اوڏانهن هليو ويو.
ٽپهري جي نماز تي جو مولوي صاحب عبدالله کي اه ڏٺو ته حيران ٿي ويو ۽ جماعتين کان پڇيائين. هڪ جماعتي، جنهن پري

ڪان عبدالله کي ٻاپيهي سان گڏ ويندي ڏٺو هو، تنهن اها ڳالهه مولوي صاحب کي ٻڌائي. مولوي صاحب پريشان ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو، "ڪيس وڃڻ نه گهربو هو. جيتري دير ڪافرن جي صحبت ۾ ويهندو، سندس ايمان ۾ ڪتر پوندي. ڪو وڃي ڪيس وٺي اچي."

مولوي صاحب جو حڪم ٻڌي فتح ناريجو اٿيو ۽ تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻندي وڃي اوڏن جي پکن وٽ پهتو. اتي لوڙهي جي ٻاهران بيهي سڏ ڪيائين، "عبدالله، او عبدالله!"

مکي ڦڳڻ مل جو پکو لوڙهي جي پرسان هو. هن ان وقت ٻاهران آيل مزمانن سان چوپڙ راند پئي ڪئي. هو سڏ ٻڌي اٿيو ۽ پکي کان ٻاهر نڪري فتح کان پڇيائين، "ڇا هي فتح؟"

"اسانجو عبدالله توهان وٽ آيو آهي انکي مولوي ٿو سڏي."

مکيءَ کي ان ڳالهه تي چڙ آئي. عبدالله جو سندن هڏ، رت، پت مان هو ۽ جو سندن پکن ۾ ڄائو نپنو هو سو وري فتح وارن جو ٿي ويو هو: پنهنجي بيمار پيٺ کي ڏسڻ آيو هو ته پوئتان ماڻهو پٺيو آيو. مکيءَ شوخائي سان پڇيو، "عبدالله توهالجو آ فتح؟"

"ها، اسالجو آ."

"توهين هنجا وارث آهيو؟"

"ها، اسان جو مسلمان ڀاءُ آهي، اسين هنجا وارث آهيون."

ان وچ ۾ عبدالله کي ٻه ڪنهن سڏ جو ٻڌايو ۽ هو پيٺ جي پکي مان نڪري وٽن آيو ۽ مکيءَ جي پرسان بيهي رهيو. مکيءَ فتح کان پڇيو: "چڱو، فتح، هڪ ڳالهه ٻڌاءِ — ميان جو هي مري وڃي ته جوڻس کي ته لوڏي ڪيندؤ نه؟"

"ڇو لوڏي ڪيندا سونس."

"توهين مسلمان ساڻس نڪاح ڪندؤ؟"

"جي مالڪياڻي راضي هوندي ته ان ۾ ڪو عيب ڪونهي."

"گريان نہ ايندو؟"
"ڇو ايندي گريان؟ مسلمان ڪان!"
عبدالله مکيءَ کي سوالن جوابن ۾ مثل ڏسي مشڪل لڳو.
مکي ڦڳڻ مل، ڪيس پاڻ تي ڪلندو ڏسي، پنهنجي دماغ کي
ائين تڦوليو جيئن هو چوپڙ راند ۾ ڪنهن جي ڳوٽ مارڻ لاءِ
ڍاري کي گهٽي دير تائين ڪڙڪائي ڪڙڪائي گهربل داءُ وٺڻ
جي ڪوشش ڪندو هو. اوچتو هن پڇيو: "ڇگو، فتح، جي
جوڙس مري وڃي تہ ڪيس پاڻ وٽان پرڻائيندؤ؟"
مکيءَ جو سوال ٻڌي فتح جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. سندس
اکيون لال ٿي ويون. هڪ خسيس اوڏ ڪيس گار ڏني هئي،
حالانڪ اوڏ کي خبر هئي تہ ٻهراڙي ۾ ڪو پنهنجي ذات کان ٻاهر
سڱ نہ ڏيندو آهي. ناريجا ناريجن ۾ ڏيندا آهن تہ ڪلهوڙا
ڪلهوڙن ۾ ڏيندا آهن. فتح ڪاوڙ مان مکيءَ کي دڙڪو
ڏيندي چيو، "مکي، زبان سنڀال. اڳتي حرف نہ ڪڇجانءِ نہ تہ..."
پر مکي هيسجڻ بجاءِ رهندو مرڪڻ لڳو ۽ فتح کي چيائين،
"اهو ڪهڙي قانون ۾ لکيل آهي جو توهان وٺندؤ باقي ڏيندؤ
ڪونہ. توهانجي مذهب ۾ تہ سڀ مسلمان ڀائر آهن ۽ ڪو
ويڇو ئي ڪونهي."
"اها اسانجي رسم آهي ابن ڏاڏن کان،" فتح: ڪاوڙ ۾
جواب ڏنو.
مکي ڦڳڻ مل پنهنجو گهربل داءُ وٺي مرڪيو. عبدالله جي
منهن مان رت ڇڏي ويو. هنجا چپ ڏڪڻ لڳا. اکين جي
الائي ڪهڙين ڪنڊن مان ڳوڙها لڪتا جن سندس ماڙڪيون
آليون ڪري ڇڏيون. جيسين اهي ڳوڙها ڇپرن ۽ ڀنبڻين جو
بند ڀڃي ڳلن ڏانهن وڌن، هو مکي جي چنبي ۾ چنبو ڏيئي
مسيت ڏانهن وڃڻ بجاءِ پنهنجن اباڻن ڳوٺن ڏي موٽيو.

پٺي ڏينهن هيڏالهن عبدالله پنچات ۾ ڏنڊ پري، رڱايل ڏاڙهي
کوڙائي ۽ سوليون ڪيوٽيون ڪنن ۾ پائي، سائو ڳهاري ۾
وهنجي، پاڻکي اوڏن جي رسم موجب 'پاڪ' ڪيو ته هوڏانهن
ڳوٺ واري مسيت ۾ پيهري جي نماز ڪانپوءِ، هڪ جماعتيءَ
مولوي صاحب کي چيو: "مولوي صاحب، سانتياڻيءَ جي پٽ کي
ڳلن جي خشبوءِ جو کهڙو قدر!"
پٺي چيو، "سائين، ڳڏهن کي پنج منجيون پارائي گهوڙن سان
بيهاربو ته ڪو گهوڙا ڪوله ٿي پوندا!"
آخر ۾ مولوي اميد علي ناريجي پنهنجي سولهاري کي هٿ سان
سنواريندي چيو، "ها ابا، سچ ٿا چئو، ڪافر نيٺ ڪافر!"

هن اسپتال جي هر شيءِ من موهيندڙ آهي. ڪمپائونڊ اندر
وڏا وڏا، ساوا ساوا، اڪين جي جوت وڌائيندڙ لان. وچ ۾ اسپتال
جي ڳاڙهي اوچي عمارت. ٻنهي پاسن کان مٿي وڃڻ لاءِ ريلنگ
واريون ڏاڪڻيون، جن جي مٿان ٻه شاندار قباوان برج. اندر
پٽيون ڪير جهڙيون اڇيون ۽ پيلي موزيڪ جا ترڪڻا ۽ چلڪڻا
فرش. ٻڪها ٻڪها، ٿڌا ٿڌا، ڪاريڊور ۽ روشن روشن ڪمرا.
وڏيون وڏيون فرينچ ڪٽ دريون ۽ جن جي فلاور بيڊز ۾ ٽڙيل
ڳاڙها پيلا گل. ان سهڻي ماحول جي سونهن، منهنجي ساهيڙي
مسترپال آهي، جنهن جو رنگ گلاب جهڙو، جنهن جون اکيون
سهڻي ڍنڍ جهڙيون، جنهن جا چپ نارنگي جي ڦار جهڙا آهن
۽ جا سفيد يونيفارم ۽ سفيد ڪلف دار رومال جي تاج ۾،
برفاني ڍنڍ ۾ ٽڙيل ڪنول جيان لڳندي آهي. اڇين جتين ۾
سندس پورا پير، ان ترڪڻن فرشن تي هلڻ لڳندا آهن ته
ڪنهن آرڪيسٽرا جون مڌم مڌم ڌنون معلوم ٿينديون آهن.
بي خوابي جا مريض، سندس آڱرين جي ڇهاءُ سان ئي اکيون
ننڊ ۾ ٻيجي ويندا آهن ۽ سندس هٿان زهر جهڙيون ڪوڙيون
دوائون پي، ائين مرڪڻ لڳندا آهن جيئن هنن ڪو مٺو شراب
پيتو هجي. هوءَ هن اسپتال ۾ مقرر ٿي هئي ته جوان جماڻ
ڊاڪٽر، مريضن جون دليون تپاسينديءَ تپاسيندي، پنهنجون دليون
به تپاسڻ لڳا هئا، جي سندس موجودگي ۾ نارمل کان ٽپي
وينديون هيون. ڊاڪٽر آفتاب ته هڪ ڀيري وجهه وٺي پنهنجي
جي ڏڙڪن ڪيس ٻڌائڻ گهري هئي، پر هن اکيون
ڙيون ڪري، منهن ۾ سونڊ وجهي، ڪيس چيو هو.
مان اهڙيون ڳالهيون ٻڌڻ نه آئي آهيان پر وارڊ نور جي
ٽ ٻڌائڻ آئي آهيان."

ڊاڪٽر آفتاب منڊ ۾ اهڙن جوابن ٻڌڻ تي هريل هو. ڀرين ست سان کو جهول ۾ نہ ڪرندو آهي. هن همٿ ٻڌي وري ڪيس ڇيو هو، ”في الحال انهن ڳالهالين کي ڇڏ پال، منهنجي ڳالھہ جو جواب ڏي.“

”جي اوهان هن وقت موڊ ۾ ناهيو تہ وڏي ڊاڪٽر کان پڇان؟“

پال جو اهو جواب ٻڌي، ڊاڪٽر آفتاب کي مجبوراً پيار جون ڳالهيون ڇڏي بيمار جون ڪرڻيون پيون. هن سيائپ ڪري، هيٺائين وٺي ڇيو، ”ڇگو مئڊم، تون ئي ٻڌاء ڪيترو بخار آ ڪيس.“

”نارمل سر.“

”تہ پوء بسچارج ڪري ڇڏيوس.“

”اهو ڪيئن سر، هنڪي تہ پيشاب جي بہ تڪليف آهي. پورو پاس ئي نہ ٿو ٿئي.“

”ڏيکار ڪيس؟“

مسٽر پال ڪيس وارڊ لمبر فور جو فائل ڏيکاريو. سڄي ڏينهن جي ڪوانٽٽي، ڇهہ سؤ سي سي هئي ۽ ٽيسٽ ورتي وئي هئي تہ ڇهہ سؤ سي سي بليڊر ۾ بہ رهيو پي. ڊاڪٽر فائل تي اذا ڪري ۾ لکندي ڪيس ڇيو، ”يوريڊو نال پياريوس ڏينهن ۾ ٽي دفعا.“

”بليڊر جو ايڪس ري نہ ڪيرايولس سر؟“

”ڪجهڙي تڪڙ آ، سياڻي امپروميٽ ٻڌائجان پوء ڏسنداسون.“

ڊاڪٽر وٽان موٽي، ڊيوٽي روم ۾ آئي هئي تہ سڄي ڳالھہ ٻڌائي هئائين، مان ڪيس خبردار ڪندي ڇيو هو، ”پال پري پڇجانء، وڏو فلرٽ اٿئي.“

”هان! اڃيون رڪارڊ ڇا اٿس؟“

”رڪارڊ تونڙيل اٿس سمورا. هن وقت بہ ٻن سان ناتا اٿس زرينہ مٽرنٽي واري ۽ ٻاڻ واري روزي، منهنجي، ٻي پيو • مٽائيندو آهي.“

”اون هو ڊاڪٽر عسڪري؟“

"سڀ ٺور آهن، ڇا ٻڌائي ڇا ٻڌايانءِ."
"ڪجهه ته ٻڌاءِ، خبر ته پوي."
"اهو ڊاڪٽر عسڪري وري اهڙو اٿئي جو ڏينهن ڏني جو ٻه ٽئو مڙئي، هڪ پيري جو اوچتو سندس آفيس ۾ وڃان ته پارٽيشن پويان مسٽر رضيه جي ڇپن جي حرارت پيو معلوم ڪري."
"پوءِ."
"پوءِ ڇا، مان ته وڃي پوئتي پڳس ۽ ٿوري دير، ڪان پوءِ کهرائي، ليلهائي چيائين،"مسٽر، پليز، ڪنهن کي خبر نه پوي.""
"اها رضيه وري ڪهڙي آ؟"
"ڪاله ڏني اٿئي؟ سانوري، عينڪ سان، اڄ ڪلهه نائٽ ڊيوٽي تي آ."
"ها، ها،" پال ياد ڪري چيو.
"بس اها ڳالهه نه پڇ ته هتي ڇا نه ٿيندو آ. سڀ ڊاڪٽر ڪنهن نه ڪنهن نرس پويان اٿئي."
"پوءِ اها خبر وڏي ڊاڪٽر کي نٿي پوي؟"
"هون، سڀ خبرون هوندس، ڪو اهي ڳالهيون لڪن ٿيون."
"چئبو ته اهڙا ڪيس جام آهن هتي."
"ڪيس؟ موسٽ ڪامپليڪيٽيڊ ڪيس چئو."
"ويري سئڊ،" پال افسوس ڪندي چيو، ٿوري دير ماٺ ۾ رهي پوءِ مون کان مشڪندي پڇيائين، "تنهنجو ڪهڙو حال آ؟"
"مانءِ؟" مون کان ٽهڪ نڪري ويو، "مونکي نه رنگ، نه روپ، مان ته تو جهڙين سهڻين ڇوڪرين لاءِ، بچاءُ آهيان، پر، ڪو بچاءُ گهري ته."
"اهو وري ڪيئن؟"
"ڪو ڊاڪٽر جهلڻ تي نه مڙئي ۽ ديگهه ڪرئي ته مونکي ٻڌائجان، ائين ڪنٽرول ۾ اچي ويندو، جيئن انسلين کان پوءِ شگر."
"هان؟"

”ها، توسان گڏ هوائديس ته ڪا نظر نه لڳندءِ، مونکي ائين سمجهه جيئن ڪنهن سهڻي پار ڪي نظر ڪان، نرڙ يا ڳل تي ڪارنهن جو داغ.“
هوءَ منهنجو اشارو سمجهي وئي ۽ مونکي خوش ڪري لاءِ چوڻ لڳي.
”توکي ڪير ڪارو چوي، تون ته اندر ۾ ڪير ڪان به اڇي آهين.“
”اندر کي ڇڏ ٻاهر جي ڳالهه ڪر.“
”ٻاهر کي ڇڏ، اندر جي ڳالهه ڪر.“
”خير ان بحث کي ڇڏ، ڇڙي اها ڳالهه ياد ڪجانءِ ته منهنجون خدمتون تنهنجي بلي آهن.“
”اڳي به تنهنجون خدمتون ڪنهن جي ڪتب آيون آهن؟“ ٻال کلندي پڇيو.
”گهٽو ڪري نه، يا ته مون جهڙيون هيون جنکي خدمتن جي ضرورت ئي ڪانه هئي، يا وري تو جهڙيون سهڻيون هيون، جن کي وري، ڊاڪٽرن جي خدمت جي ضرورت هئي.“ مان به کلندي چيو.
ڏهن ٻارهن ڏينهن ڪانپوءِ مونکي پاسي تي گهلي چوڻ لڳي،
”هاڻي مان جا ڪيان؟“
”چو ڪا اهڙي ڳالهه آ ڇا؟“
”نه ته توکي چو چوان ها.“
”هسٽري ٻڌاءِ؟“
”هن ڪيس جي هسٽري هيءَ آهي ته ڊاڪٽر آفتاب منهنجي پچر نٿو ڇڏي، مان جڏهن وٽس وڃان ٿي ته مونکي گهوري ٿو ۽ ائين ٿو گهوري جو سندس نظرون، هن ٿلهي يونيفارم ڪان به ٽپي، اندر ٿيون لهارن.“
”اکيون ڏسڻ لاءِ ئي آهن، مئڊم، زبان جي ڳالهه ڪر.“
”ان ۾ به گهٽ ڪانهي، اها به هروقت پيار جا مڪالما

ٿي پولي."

"تہ پوءِ حالت خطري جهڙي آهي."

"نہ تہ وري، تو جيڪا خطرناڪ علامت ٻڌائي هئي سا بہ تہ ظاهر آهي؟"

"ڪهڙي؟" مونکي ياد ڪونہ هئي.

"هو مونکي مسٽر سڏڻ بجاءِ مادام ٿو سڏي،" پال معصوميت سان چيو.

بي اختيار مون کان کل نڪري وئي، مس مس کل روڪي چيم، "ڪهڙو بد ذوق، تو جهڙيءَ کي مسٽر ڪري سڏيندو. اهو لفظ تہ مون جهڙين ڪارين ڪوجهين لاءِ آهي."

"وڏي ذلالت آهي!" پال خارع ڏک جي گڏيل لهجي ۾ چيو.

"پلا، هن پرابلم کي ڪيئن حل ڪجي؟" مان ڳالهہ بدلائيندي پڇيو.

"تو ئي ڊاڙ هنئي هئي، تون ئي ٻڌاءِ،" هوءَ وري چيهي وانگر ڇهڪڻ لڳي.

"چا پڇڻو اٿئي ڪانئس؟"

"وارڊ انئين بابت پڇڻو هو. هن کي بلڊ پريشر آهي ۽ ڏينهن ۾ ڪيئس، ٽي دفعا سرهاسل ڏيندي آهيان. پر اڳهون جو ٽمپريچر ڏسانس تہ ١٠٣ ڊگريون بخار اٿس. هيئٽر ڊوز گهٽايان يا اهو ئي ڏيندي رهان."

"نسخو ڏيانءِ يا مان وڃان تنهنجي بدر؟"

"تون وڃ، مان ڪونہ ويندس."

مان سڌو ڊاڪٽر آفتاب وٽ هلي ويس. ڪيس سچي حقيقت ٻڌائي هدايت پڇڻ لڳس ہر ڊاڪٽر منهنجي ڳالهہ کي ڪو وزن نہ ڏنو. رهندو مون کان پڇڻ لڳو، "اهو ڪيس تہ پال جي چارج ۾ آهي، تون ڪيئن آئين مسٽر؟"

"سر، مونکي پال رڪيسٽ ڪيو تہ تہ توهان کان پڇان."

"هوءَ پاڻ چو نہ آئي؟"

انهن اجاين سوالن تي مونکي خار اچي وئي. اشراف هجي ته
مان ڪري چوي ها: هينءَ ڪر يا هونءَ ڪر. پر هن ته
پاڻ کي پاڻ خوار ڪرڻ پئي گهريو، مونکي ڪهڙي ضرورت
هئي کيس ٻڌڪڻ جي، مان به رڪٽي ڪانه رکي، ”سچ ٻڌايانو سر؟“
” ها ها.“
”هنکي اوهان مان وڏي شڪايت آهي.“ مون ڦتاڪي کي
پاهه ڏيندي چيو.
ڊاڪٽر آفتاب چرڪ ڀري ڪرسي تان ائين ڪڙو ٿي ويو جيئن
ڪنهن اوچتو هنجي ٻتڪس ۾ ٻهرئين نمبر جي سئي هنئي هجي.
هو وائڙو ٿي ويو ۽ هٻڪي چوڻ لڳو.
”.. مون مان؟ مسٽر، اوهان کي غلط فهمي آهي.“
”مونکي ڪانهي، پر پال کي آهي سر، هن ته مٿي شڪايت
ڪرڻ پئي گهري پر مون کيس سمجهايو.“
ڊاڪٽر چپ ڀڪوڙي ماٺ ڪري ويٺو رهيو، مان وري کيس
چيو، ”سر، هو اهڙي قسم جي ڇوڪري ڪانهي.“
پر ڊاڪٽر وري به ڪو جواب ڪونه ڏنو، وري به مان ئي
ڪانئس پڇيو، ”ڇا چوانس، ڊوزگهٽائي يا نه گهٽائي؟“
اتي ڊاڪٽر ۾ مس مس چرپر ٿي ۽ هڪ مرزيل آواز نڪتو،
”ڏينهن ۾ صرف هڪ گوري ڏيوس، وڏيڪ سپان رائونڊ ڪانپوءِ.“
مان خوشيءَ ۾ ٻهڪندي ٻاهر نڪتيس ۽ ٻڪو سوچيندي آيس
ته من جا ميرا ڪيڏا نه ڊجڻا ٿيندا آهن. ڪو سچو پريمي هجي
ها ته هيانءُ ڦاڙي چوي ها، 'ها برابر مان سائس پريم ٿو
ڪيان ۽ اهو پريم سيني ڳالهين کان آتم آهي، ان کي بالا عملدار
جو به خوف ختم لتو ڪري سگهي ۽ نه نوڪري مان لڪرڻ
جو خيال. وڃي کيس چئو ته يلي جنهن کي وڻيس تنهن کي
ڏانهن ڏئي.' مان انهن خيال ۾ ڪنڌ هيٺ ڪيو پال کان به
ٽپي ويس جو هن تاڙي وڄائيندي چيو، ”او مشلم... او مشلم.“

"اڙي؟" مون کان چرڪ نڪري ويو.
مان کيس سچي حقيقت ٻڌائي ۽ يقين ڏياريم تہ ڪوئسندو تہ يا عمر ڪوني، ل، تہ بہ في الحال ڪي ڏينهن تہ جيئيءَ. هوءَ خوش ٿي چوڻ لڳي، "ويل ڊن، چڱيون ٻڌايون سين."
ٻئي ٽئين ڏينهن پال مون کي ٻڌايو تہ ڊاڪٽر آفتاب ان ٿوري ڊوز ۾ ئي نيڪ ٿي ويو هو. هوءَ ڪنهن ڪم سان وٽس وئي ٿئي تہ اڳي وانگر ديگهہ ڪرڻ بجاءِ، صرف مطلب جي ڳالهہ ڪري، جلد ئي ڇڏايائين. سندس گفتگو مان بہ اها نرمي غائب ٿي وئي هئي ۽ سائس ائين ئي ڳالهايائين جيئن ڪو باس پنهنجي زيردست سان ڳالهائيندو آهي. پر پال کي اڃا هڪڙي شڪايت هئي جو هن چيو، "باقي هڪڙي ڳالهہ."
"ڪهڙي ڳالهہ؟"
"هو مونکي اڃا سسٽر نٿو سڏي."
"اهو سرطان وانگر لاعلاج مرض آهي، جنهن جو هن ملڪ ۾ ڪو علاج ڪونهي،" مان کلندي چيو.
"پر ڏس نہ، سسٽر ڪيڏو نہ پيارو لفظ آهي ۽ ڪيڏي نہ وڏي مقصد ڪري اسان لاءِ چونڊيو ويو آهي."
"ويري ساري، ويري ساري."
"خير" پال قناعت ڪندي چيو، "نہ سڏي تہ وڃي ڏوڙ پائي."
"نيڪ آ: وڃي ڏوڙ پائي." مان بہ ٽيڪو ڏيندي چيو.

هن اسپتال ۾، مريضن کي رهائڻ لاءِ ڪوڙ ئي ڪمرا آهن، جن ۾ بي داغ سفيد بسترا وڇايل هوندا آهن. اهڙي سهڻي ماحول ۾ ئي مريضن جو علاج ڪيو ويندو آهي ۽ خوش چڱا ڀلا ٿي نڪرندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن مريض کي اسپتال ۾ داخل ٿئي گهٽا ڏينهن ٿي ويندا آهن تہ ڪي نہ ڪي نرسون يا وارڊ بوائز هڏ ڏوکي ٿي، کيس خانگي علاج جي صلاح ڏيندا

آهن. خانگي ڊاڪٽر شوق سان بہ علاج ڪندا آهن ۽ پئسو بہ
گهٽ وٺندا آهن. هوميو پيٿ ۾ تہ آپريشن جي بہ ضرورت نہ
پوندي آهي ۽ ٻن ٽن ڪورين ۾ ئي مريض نوبنو ٿي ويندو آهي.
مريض کي يقين ڏيارڻ لاءِ ٻن ٽن مريضن جا بہ مثال ڏنا آهن.
مريض اها سهڻي صلاح ميجي، پنهنجو بيڊ، ٻين مريضن لاءِ
خالي ڪري ويندو آهي. پوءِ پنهنجي گهر مرندو آهي تہ سڪون
سان مرندو آهي ۽ ٻين مريضن تي بہ ڪو اثر نہ پوندو آهي.
اهڙي طرح هن اسپتال ۾ هزارين مريض علاج ڪرائيندا آهن
۽ جيئرا جاڳندا ڊسچاج ٿيندا آهن. پر ڪڏهن ڪي
مريض، پنهنجي ڊاڪٽرن ۽ نرسن سان بہ، ائين ڏوکو ڪري
ويندا آهن جيئن وارڊ ڏهين جي مريض ڪيو هو. ان رات
مسٽر رضيہ جي ڊيوٽي هئي. هوءَ ٽائين بجي وارو راؤنڊ بہ
هڻي آئي. هو خوش چڱو ڀلو سمو پيو هو. نبض ٺيڪ، بخار
ڪونہ. ان راؤنڊ کانپوءِ هن وچ ۾ ٻيو ڪو راؤنڊ نہ هنيو،
وري اسر جو ڏنائين تہ مريض الائي ڪهڙي مهل پنهنجو بيڊ
خالي ڪري ويو هو. هو ٻنڊ وانگر پيو هو. اکيون ڦوٽاريل،
وات ڦاٽل، ڄنگهہ ڪاڏي تہ ٻانهن ڪاڏي. پال جي ان صبح
جو ڊيوٽي نہ هجي ها ۽ اهو لاش، پنهنجي اکين نہ ڏسي ها
تہ سونکي خبر ئي ڪانہ پوي ها. پر مان جو ڊيوٽي تي چڙهيم
تہ پال ساڳي پال ڪانہ هئي. پڇيومانس تہ سندس نيريون اکيون
نير ڇڏڻ لڳيون. سڄي ڳالهہ ٻڌائي وري سڏڪن ۾ پئجي وئي،
مان کيس سمجهايو.
”پال، ايترين ڳالهين تي روئنديءَ تہ سڄي عمر پئي ڳوڙها
ڳاڙينديءَ، موت ميار تہ ڪونهي.“
”پر مسٽر ههڙو موت، جو مرڻ وقت ڪو اکيون بہ وٺي ڪو
عضوو نہ ٺاهي. ڪو قرآن نہ پڙهي، ڪو بائبل بہ بخشائي.
او خداوند تون رحم ڪر.“ ائين چئي هوءَ ٿرڙ ۽ ٻئي ڪلهن

ڪي ڇهي صليب ناهڻ لڳي.
”رضيہ ڪاڏي وئي هئي؟“
”هن تہ الائي ڪاٿي پئي ڏور پاتي پر هن ٻيءَ ٻہ راتوند
نہ هنيو!“
”اها پرائي وارڊ جو ڇو هٿي؟“
”پر هتي ائين ڇو آهي؟“
”اهو ضروري آهي فرض کي چڱي طرح نباهڻ لاءِ“ مون
ڪيس سمجهايو.
”پلا رضيہ تي ڪو انڪشن ڪنندا؟“
”ڇو، هن ڪا غلط دوا ڏني؟“
”پر ڪين رحم ئي ڪونہ ايندو اهڙي موت تي؟“
مان سمجهو تہ هوءَ هيانءَ جي ڏاڍي ڪنڙي هئي ۽ ڪيس
باقاعدي سمجهائڻ جي ضرورت هئي. مان پال کي ڳراٽڙي پائي
چيو، ”پال، سياڻي ٿي ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. هتي ڪيترا
مريض شفاياب ٿين ٿا ۽ ڪيترا مري وڃن ٿا. هڪ هڪ مردي
تي ويهي روئون تہ ڪو ڪم ٿيندو؟“
هن ڪو جواب ڏيڻ گهريو پر مان ڪيس اشاري سان روڪي
وري پنهنجي ڳالهہ شروع ڪئي.
”ڪاسائي روز ٿا جانور ڪهن ۽ ماس وڍين تڪين پر هنن
کي ڪا ميسراتي ڪانہ ايندي آهي ڇو تہ اهو هنن جو ڌنڌو
آهي ۽ موت ۽ حيات هنن لاءِ نارمل ڳالهہ آهي.“
مان مثال تہ ڏنو پر پڇتايم پوءِ، جو هن منهنجي مثال جي
پڪڙ ڪئي ۽ چيو،
”چئبو تہ ڊاڪٽر ۽ ڪاسائي هڪڙي ڳالهہ آهن؟“
”مان تہ چڙو مثال ڏلو، انڪي ايترو چڪ تہ نہ؟“
پر منهنجي ڳالهہ جو مٿس ڪو اثر نہ پيو. ڏٺم تہ سندس اکيون،
سالوڻ جي مند ۾، لڏيءَ وانگر، آٿلي پيون ۽ ڳوڙها جهر جهر

ڪري وهڻ لڳا.

هن اسپتال ۾ ڪي مريض اهڙا به داخل ٿيندا آهن جن پيار جي ڇانو ۾ ڪي گهڙيون ڪونه گهاريون آهن ۽ ڪي اهڙا به ايندا آهن جي ڪنهن ناڪام پيار جي چوٽ کاڌل هوندا آهن. هن اسپتال ۾ پتي ڏينهن رهڻ ڪاڻ ڪين ڪانه ڪا پوري، سانوري ۽ بالوري نرس وٽڻ لڳندي آهي. هو سندس انتظار ۾ اکيون وڇايون ويٺا هوندا آهن ۽ سندن ڪن پنهنجي نرس جي مٺڻ پيرن جي کڙڪي ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا آهن. هو اندر ايندي آهي، سندن ويٺي ڪي پنهنجي مٺين آگرين ۾ جهلي، ٻلس ڏسندي آهي، سندن ميرا ڪپڙا بدلائي اڇا اجرا ڪپڙا پارائيندي آهي. سندن مر لڳل جسمن ڪي گرم پاڻي سان ڌوئي، اجرو ڪندي آهي؛ ان وچ ۾ هوءِ ساڻن ڳالهيون به ڪندي آهي ۽ رکي رکي هلڪڙا ٺهڪڙا به ڏيندي آهي. پوءِ ان ٿوري گهڻي گهاتائپ کان پوءِ، ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن مريض کي سندس جدائي ڏکي لڳندي آهي ۽ هو ساڻس پيار ڪرڻ لڳندو آهي. هو ڪو موقعو تاڙي پنهنجون بيمار ۽ اداس اکيون ڏانهس کڻي، سڪل چپن کي زبان سان آلو ڪري، پنهنجي پيار جو اظهار به ڪندو آهي. وارڊ نمبر ١٢ ۾ رهندڙ هڪ دل جي مريض به، پال کي ڏسي، پنهنجي مرڻ جهڙي پيلي زندگي ۾ بهار جا جهوٽا محسوس ڪيا هئا. هڪڙي ڏينهن جڏهن پال کيس شيو ڪري، اسفنج هڻي، اڇو اجرو ڪيو هو تڏهن هن کيس چيو هو، ”نرس، تون ڏاڍي مٺي ۽ مهربان آهين.“

”ٿئنڪس مسٽر نذير،“ پال ان قدرداني تي مرڪي چوڻ لڳي.

”پال، تنهنجي ڪيتري ڊيوٽي آ روز؟“

”اٺ ڪلاڪ.“

”تون ايندي آهين ته مان خوشي سان دوا پيئندو آهيان پر

تون ڪولا هولدي آهين تہ دل چوندي آهي تہ گوريون وٺڻ بدران لڪائي رکندو وڃان ۽ جڏهن تون اچين تڏهن سڀ تنهنجي هٿن سان وٺان."

"ائين تہ فائدي بدران اٽلو نقصان پهچندو،" پال گهٻراهٽ ڏيکاري چيو.

"واقعي ائين تہ مان مري ويندس ۽ مان هاڻي مرڻ نٿو گهران."

وري هڪ ڏينهن، جڏهن هوءَ شيشي جي لنبڙي گلاس ۾، هڪ اڇي دوا کڻي، ڪيس پيارڻ وئي تہ نذير منهن گهنجائي چيو، "اڇاڻ، اڇاڻ. اڇا بسترا، اڇيون گوريون، اڇي دوا ۽ اڇي يونيفارم ڏسي مان ڪڪ ٿي پيو آهيان. تون هن يونيفارم ڪانسواءِ ٻيو لباس بہ پائيندي آهين؟"

"ها نذير، مان ساڙهي بہ پائيندي آهيان."

"رنگين ساڙهيون؟"

"ها رنگين ساڙهيون — پنڪ، آرينج، ليمن، سڀ رنگ،" پال ڏانهس دوا جو گلاس وڌائيندي چيو.

"تہ پليز، ڪڏهن ڪا رنگين ساڙهي پائي اچ،" هن هڪ گيت ۾ دوا پي چيو.

"ڊيوٽي واري وقت تہ ڏاڍو مشڪل آ." پال ٽٽائڻ چاهيو.

"ڪٿي ڊيوٽي ڪانپوءِ ٿي پر مونکي ساڙهي پائي ضرور ڏيکار."

"مان ضرور ڪوشش ڪنديس."

"پرامز!" نذير جون اکيون ٻهڪڻ لڳيون.

"پرامز!"

هڪ ڏينهن منجهند جو ڊيوٽي پوري ڪري، شام جو ليمن جارجٽ جي ساڙهي پائي ۽ وڏو ڪارو پرس ٻانهن ۾ وجهي، وڃي سندس سامهون بيٺي. هو ڪيس ٻئي لباس ۾ ڏسي خوش ٿي ويو ۽ ڪيس چڱي طرح ڏسي چوڻ لڳو،

"پال، گاڊ اٿو، تو کي هي ڪپڙا ڏاڍا نهن ٿا. تنهنجي سولهن

لڳي پئي آهي. توکي هر رنگ ٺهندو.“
”هان!“ پال ائين عجب کائڻ لڳي ڄڻ ڪيس خبر ئي ڪانه هجي.
”ها، ها، توکي هر لباس، هر رنگ ٺهندو.“
”پوءِ ته مان رنگين ڪپڙا پائيندس.“
نذير ڪنڌ هيٺ ڪري ڪنهن سوچ ۾ پئجي ويو ۽ جهٽ ڪن
رکي چوڻ لڳو، ”پال هڪ ڳالهه چوانءِ؟“
”چؤ“
”مان توکي پيار ٿو ڪيان.“
پال ٿوري گهٻرائجي وئي پر يڪدم پاڻ تي قابو پائي چوڻ لڳي،
” ريئلي؟“
”ها پال، مان توکي پيار ٿو ڪريان.“
”اها ته منهنجي خوش قسمتي آ نذير،“ پال ان وچ ۾ سوچي چيو.
”سچ؟“
”سچ“.
نذير اهو جواب ٻڌي وڏو ساهه کنيو، ڄڻ سندس سيني ان
کو وڏو بار لهي ويو. هن پال کي پيار سان نهاريندي چيو،
”تون ۽ مان شادي ڪنداسون.“
”ممي جو اعتراض ڪري ته؟“
”مان پاڻهي ممي کي راضي ڪندس، کيس ايلاز ڪندس، پيرين
پوندس. هوءَ اهڙي نامهربان نه ٿيندي.“
”پوءِ ٺيڪ آ، پر هاڻي تون آرام ڪر.“
”نه نه مونکي ننڊ ڪانه ايندي،“ نذير ضد ڪرڻ لڳو.
”تون ننڊ نه ڪندين ته مان توسان عمر نه ڳالهائيندس.“
”چڱو مان ننڊ ڪيان ٿو پر پهريون مونکي ڪس ڪر.“
پال ان خواهش تي گهٻرائجي وئي پر جلد ئي هن پاڻ سنڀالي
نذير جي پيشاني تي پنهنجا چپ رکيا. سندس چپن جي ڇهاءَ
سان ئي نذير جون اکيون ٻوٽجي ويون، هن ننڊاکڙي آواز ۾

چيو، ”تون هاڻي ڀلي وچ موٽڪي انهه تي اچي.“
ڀال موٽڪي اهي احوال ڏنا ته مان حيران ٿي ويس. هوءَ
موٽڪي سمجهائيندي چوڻ لڳي،
”ڏس ڀلا، اسانکي مريضن جي کيڏي نه خدمت ڪرڻي ٿي پوي.
ڪين ڏوٺاريون ٿا، وهنجاريون ٿا، پر سندن فضول وار به صاف
ٿا ڪيون، اتي جي دل رکڻ لاءِ ڪين ڪس به ڏيون ته کهڙي
عيب. مقصد ته ساڳيو آهي.“
مون ڪجهه ڪين ڪچيو. موٽڪي مان ۾ ڏسي چيائين،
”توکي ڳالهه نه وڻي ڇا؟“
مان ڪيس ڳراٽڙي پائي چيو: ”نه نه تون بلڪل ٺيڪ ڪيو،
پر جي ڪيس حد کان ٽپندو ڏسين ته موٽڪي ٻڌائجانءِ.“
”گهڻو ڪري ته تنهنجي ضرورت ڪانه پوندي،“ ڀال مشڪندي چيو.

هن اسپتال ۾ نرسن جون ٽي شفٽون آهن ۽ ڀيون بدلبيون آهن.
جيڪي نرسون صبح جو ڊيوٽي ڏينديون آهن سي وري منجهند
جو ڏينديون آهن. منجهند واريون ڦري وري رات جو ڏينديون
آهن، ڊاڪٽرن جون ڊيوٽيون به ائين پيون ڦرنديون آهن. ڊاڪٽر
سڄي رات ڪونه ويهندا آهن پر ٿورڙي ڪهڙي ويهي هليا ويندا
آهن. گهڻو ڪري سندن ضرورت ڪانه پوندي آهي پر جي
ضرورت پوندي آهي ته ڪين گهرائي ونندا آهيون. ان رات جڏهن
ڊاڪٽر ناصر موٽڪي ٻڌائي پڪچر ڏسڻ هليو ويو تڏهن ڪا
غير معمولي ڳالهه ڪانه ٿي هئي. سڀ مريض ڦرلا ستا پيا هئا
پر ڀال تڏهن به چڙي ويئي ۽ موٽڪي چيائين، ”تو اهو ڪم
چڱو نه ڪيو.“
”پر اها نئين ڳالهه ته ڪولهي. مان ڪيس ڪهڙو جواب ڏيان ها؟“
”پر جي ڪجهه ٿي پئي ته اسان به چٽيون ڇا ڪري سگهنديون سين؟“
”ڪجهه ڪونه ٿيندو، اهڙائي ڪلاڪن جي ته ڳالهه آهي.“

”ايدائي ڪلاڪ تہ وڏا آهن، هتي تہ منٽن ۾ بہ ڪجھ ٿي سگھي ٿو.“

”اها تہ وائي نہ ڪيو، خدا سڀني جو نگھبان آهي.“

خدا جو نالو ٻڌي ڪيس اُتت اچي ويو ۽ چوڻ لڳي،

”بيشڪ هو سڀني جو نگھبان آهي.

”ڇگو تون هاڻي رائونڊ هڻي اَءُ تہ مان تنھنجي لاءِ فرسٽ ڪلاس چانھہ ناهيان، پوءِ گڏجي پيئنداسون.“

”اوڪي!“ هوءَ خوش ٿي ويئي.

هوءَ روم ڪان ٻاهر لڪري وئي. ٻڳهي ڪاريڊر ۾ سندس هلڻ جو سريلو آواز، منھنجي ڪنن ۾ وڄندو رهيو. مان پڻ ڪوپن جو پاڻي اسٽوو تي رکيو. ڪوپ ذوئي ٽيبل تي رکيم، ڪتلي ۾ پاڻي ابرڻ لڳو تہ انکي لاهي اڃا رکيو هوم جو ڪاريڊر ۾ اکھاڙي پيرين پڇڻ جو آواز آيو. مان ٻاهر نهارڻ لاءِ وڌيس جو هوءَ در وٽ اچي پهتي. ڪڙڪي ڪان پئي پادر لاهي هٿ ۾ جهليا هئائين، سهڪندي چوڻ لڳي:”جنهن ڳالھہ جو پؤ هو سا نيٺ ٿي.“

”هان خير تہ آهي؟“ منھنجون وايون بتال ٿي ويون.

”خير وري ڪھڙو لذير وارڊ ٻارهين وارو...“

مون ڪيس ڳالھہ ٿي پوري ڪرڻ ڪان ڏلي ۽ تڪڙي وڃي روم ٻارهين وٽ پھتس. ڏٺم تہ لذير موت ۽ حيات جي ہواتي تي، اهم فيصلي ڪرڻ ۾ مشغول هو. هن دم جي مريضن وانگر وڏي تڪليف سان پئي ساهہ کنيو. مان سندس هٿ پير ڇهيا تہ برف جهڙا ٿڌا، لبض ڏٺم تہ ٻہ ڌڪ هڻي ٽيون ڌڪ نہ هڻڻ جهڙو پئي هنيائين ۽ اهڙي سست پئي هلي جڻ اجھو بيٺي، اجھو بيٺي. مون ڪوريمن جي شيشي ڪٽي پئي ڦڙا مريض جي وات ۾ وڌا ۽ پال کي چيم:

”ڊاڪٽر ضرور اچڻ گھرجي.“

”فون ڪيونس، ڪهڙي سينيما ۾ هوندو؟“
”مون ڪان تہ اهو پڇڻ ئي وسري ويو.“
”پوءِ... پوءِ ...؟“ هوءَ گهبرائجي وئي.
”هاڻي ماٺ ڪري ويهي رهہ.“
”يعني تہ...؟“
”منهنجو مطلب آهي تہ ڊاڪٽر ناصر ڇاڻ آيو.“
”انجي اچڻ ۾ تہ اڃا ڏيڍ ڪلاڪ ڪن آهي او ڳاڍ ائين ڪيئن ٿيندو!“هو روئڻهارڪي ٿي وئي.
مون ڪو جواب نہ ڏنو، هن وري روئڻهارڪي لهجي ۾ چيو:
”ڊاڪٽر آفتاب ڪي ڇونہ ٿي سڏين، هو بہ تہ ڪمپائونڊ اندر رهندو آهي!“
”هو ڪونہ ايندو، هن جي ڊيوٽي ڪونهي.“
”ڊيوٽي! ڊيوٽي، وات اي نان سينس!“ هن ڪاوڙجي چيو، پر وري منهنجي ڪاڏي ڪي جهلي ايلاز ڪري چيائين، ”تون فون تہ ڪرينس.“
”مونکي فون ڪرڻ ۾ ڇاهي، پر ڀال، هو ڪونہ ايندو.“
منهنجي ان سمجهائڻ ڪانپوءِ بہ هوءَ مونکي ٻانهن کان وٺي ڊيوٽي روم ڏانهن گهلي وئي. مون ڊاڪٽر جو نمبر ڊائل ڪيو.
گهنٽي گهڻل مهل وڄندي رهي ۽ پوءِ رسيور کڄيو. مون آواز سڃاڻي چيو:
”ڊاڪٽر، سر، مان ليلا ٿي ڳالهايان، ڊيوٽي روم مان. هڪ مريض کي هارٽ اٽئڪ ٿيو آهي. اوهان مهرباني ڪري اچي سگهندؤ؟“
”پر اڄ تہ منهنجي ڊيوٽي ڪونهي. ڊاڪٽر ناصر ڪونهي ڇا؟“
”سر، هو پندرهن منٽ اڳ تہ هتي هو پر هيڊ نر شايد هيٺ لهي ويو آ. اوهان ئي مهرباني ڪيو.“
”اتي ئي هوندو، ڪيس ڳولي وٺ،“ هن خار ۾ ٽپ ڪري

رسيور رکيو.
مان رسيور رکي پال ڏي منهن ڪري چيو، ”ڏنئي، اجايو مونکي خراب ڪيءِ.“
”پر هن کي ته ضرور اچڻ گهرجي، هتي ڪنهن جي حياتي جو سوال آهي.“
”مان ته ڪيس وس ڪيو پيو چا ڪيان؟“
”پوءِ مان تي پاڻ وڃانس.“
”نه نه، تون نه وڃنيس، توسان ته چڙيل آ.“
”مان ويندس ۽ ڪيس ضرور وٺي ايندس.“
هوءَ پڇندي هلي وئي. مون سندس لهڻ جو آواز ٻڌو.
هن هڪ هڪ وک ۾ ٻه ٻه ڏاڪا پئي ٽپيا. تانجو آخري ڏاڪي ٽپڻ جو ۽ وري سنئين سڌي فرش تي پيچڻ جو آواز آيو. مان مريض وٽ اچي سندس نبض ڏٺم ته اها ٿوري سڌري هلي هئي.
مان وري ڊيوٽي روم ۾ اچي ضروري انجيڪشن، سرنج، بلڊ پريشر اسٽريومينٽ، اسٽيٿسڪوب ڪڍي ٽيبل تي رکيا ۽ وري ڪاريڊر جي ٻرين ڇيڙي تي پيل آڪسيجن پلانٽ کولڻ شروع ڪيم. پلانٽ ڪافي ڳورو هو ۽ رهندو ان جي اسٽينڊ جو هڪ ڦيٿو پڳل هو سو مشڪل سان پئي رڙهيو. ان کي مس مس کهلي کهلي اچي روم جي ٻاهران بيهاريم. ٽڪ پٽي واچ ڏانهن نهاريم ته پنجويهه منٽ گذري ويا هئا. ڊاڪٽر جو ڪوارٽر ڪمپائونڊ اندر هو ۽ وڌ ۾ وڌ پنجن ڇهن منٽن جو مفاصلو هو. ان حساب سان ته ڪيل وقت گذري ويو هو. پر ٻهريون ته ڊاڪٽر دري نه کوليو هوندو، مس مس کوليو هوندائين. اچڻ کان انڪار ڪيو هوندائين، پر وري سندس ايلازن تي مس مس مس مس مڃيو هوندائين. منهن تي پاڻي جو ڇنڊو هڻندو، ڪپڙا بدلائيندو ۽ اتي ته ڪجهه دير ٿيڻ لازمي هئي. البت جي هو اچڻ واري نه ڪري ها ته پال ڪڏهوڪو موٽي ها.

اهي ئي ڳالهيون پئي سوچيم ته فون جي گهنٽي وڳي. رسيور کنيم ته ڊاڪٽر آفتاب جو آواز سڃاتم. هن پڇيو،
”سسٽر مريض جي پلس ڪيئن آ.“
”هينئر ٿوري سڌريل آ سر“
”گڊ، چڱو تون ڪيس سڀي هڻ ۽ آڪسيجن ڏي. مان منٽن ۾ ٿو پهچان.“
مان سرنج پري مريض کي سئي هنئي ۽ وري آڪسيجن پلانٽ کي چيڪ ڪري، ان جي ربڙ جي ٽيوب مريض جي نڪ ۾ لنگهائي، ان کي پلاسٽر سان قابو ڪيم. ان ڪم مان واندي ٿي واچ ڏانهن نهاريم ته پال کي وئي پورو ڪلاڪ ٿي ويو هو ۽ اڃا ڊاڪٽر ڪونه آيو هو. مان ڪمري ڪان ٻاهر نڪري ڪنايو، ڪاريڊر ۾ ڪو آواز ڪونه هو ۽ ڏاڪڻ ۾ به اچڻ جو کڙڪو ڪونه هو. ٿوري دير اتي انتظار ڪري، اڳتي وڃي ورانڊي مان ڪمپائونڊ ڏانهن لهاريم ته ڏٺم ڊاڪٽر آفتاب ٻنگ لوڏيندو، سيٽيون وڄائيندو اچي رهيو هو. سندس پويان ٿورو پرتي پيو ٻه پاڇولو هو جو شايد پال جو هو. ڊاڪٽر اچڻ سان مريض جي دل ۽ نبض تپاسي ۽ خوش ٿي مونکي شاباس ڏيندي چيائين، ”گڊ ورڪ سسٽر.“ پنهنجي ڪم جي تعريف ٻڌي مولکي خوشي ٿي ۽ مان آڪسيجن پلانٽ ڏانهن اشارو ڪندي چيو،
”آڪسيجن به چيڪ ڪيو نه سر؟“
”بلڪل ٺيڪ آ، هاڻي بتي وسائي ڇڏ“
”آڪسيجن سڄي رات هلي سر؟“
”نه نه، ڪلاڪ ڏيڍ ڪانپوءِ ٽيوب ڪڍي ڇڏجانءِ.“
ڊاڪٽر کي ڏاڪڻ وٽ ڇڏي بوٽني موٽيس ته اوچتو منهنجي نظر پال تي پئجي وئي. هوءَ وارڊ نمبر ٻارهين وٽ، پٽ کي ٽيڪ ڏيو بيٺي هئي. هن جو منهن پيلو پيلو، چپ سڪل سڪل هئا ۽ ان ڪنول جيان پئي لڳي، جنهن جي هينان بيٺل پاڻي ڇڏي ويو هجي ۽ اهو لوساڻجي ويو هجي. مان جهڙن سندس

ويجهو ويس، تيئن منهنجون اکيون ڦوٽارجي، ڦوٽارجي ويون.
مونکي پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي چيائين،"ليلا نذير بچندو نه؟"
مان محسوس ڪيو ته هن اهو سوال منهنجي ڏيان ڦيرائڻ لاءِ
ڪيو هو. مان ڪيس ان ڳالهه جو ڪو جواب نه ڏنو، رهندو
ڪيس ڏونڏاڙي پڇيم:
"ڪر خبر پال، ايتري دير ڇو ڪئي؟"
هوءَ ٿورو کلي، پر هڪ ڦڪي کل، ذري گهٽ روئڻ جهڙي
۽ چيائين:"شي، شي، ڪنواريون ڇوڪريون اهڙيون ڳالهيون نه
پڇنديون آهن."
"پر تون وٺين ڇو، تون وٺين ڇو؟"
"منهنجي وڃڻ مان ته فائدو پيو نه، اڳتي جنهن وقت فون
ڪنداسواس تنهن وقت هليو ايندو. جي اعتبار نه اچئي ته ڪٺي
هاٺي جو هاٺي فون ڪريس، ڏس اچي ٿو نه!"

هن اسپتال جي هر شيءِ من موهيندڙ آهي. ڪمپائونڊ اندر
وڏا وڏا، ساوا ساوا، اکين جي جوت وڌائيندڙ لان وچ ۾ اسپتال
جي ڳاڙهي اوچي عمارت، پنهي پاسن کان مٿي وڃڻ لاءِ ريلنگ
واريون ڏاڪڻيون، جن جي مٿان ۽ شاندار قباوان برج. اندر
پٿيون کير جهڙيون اڇيون ۽ پيلي موزيڪ جا ترڪڻا ۽ چلڪڻا
فرش. ڊگها ڊگها، ٿڌا ٿڌا، ڪاريڊر ۽ روشن روشن ڪمرا،
وڏيون وڏيون فرينچ ڪٽ دريون ۽ جن جي فلاور بيڊز ۾ ٽڙيل
ڳاڙها پيلا گل.
ان سهڻي ماحول جي سونهن منهنجي ساهيڙي مسٽر پال آهي.
جنهن جو رنگ گلاب جهڙو، جنهن جون اکيون سهڻي ڊنڊ
جهڙيون، جنهن جا چپ نارنگي جي ڦار جهڙا آهن ۽ جا سفيد
يونيفارم ۽ سفيد ڪلف دار رومال جي تاج ۾، برفاني ڊنڊ ۾
ٽڙيل ڪنول جيان لڳندي آهي.

جڏهن رئيس قيصرخان لئين آيل مهمان کان، جنهن جا ڪپڙا ميرا ۽ اڌوراڻا هئا. جنهن جو منهن جهولي ۾ مسافريءَ سبب ڪاراٽجي ويو هو، جنهن جي پٽڪي جي پيچ، هلت چلت ۽ ڪنهن ڪميت گهوڙي جي شان اوغان مان سندس معتبرائپ ظاهر هئي، خلاصا حال احوال ورتا تڏهن هن فهميدن لفظن ۾ چيو: ”رئيس مان به توهان جهڙو ئي زميندار هوس، پر زماني جي گردش سبب هي حال اچي ٿيا آهن، توهان جي در تي لنگهي آيو آهيان ته پنهنجي شان تي جيڪي سري سگهو سو ڏيو ۽ پيو توهان جي سر بخت جو خير.“

”توهان جو نالو؟“ رئيس ڪائنس پڇيو.

”منهنجو نالو؟“ هو ٿوري دير سوچ ۾ پئجي ويو پر جلد ئي هن اڪيون هيٺ ڪري چيو، ”منهنجو نالو واحد بخش آهي.“ رئيس ته ڪجهه ڪونه ڪڇيو، پر سندس پرسان ويٺل ڪمدار حاجي غلام علي چرڪ پري منجيءَ تان اٿين ڪڙو ٿي ويو، جيئن ڪنهن ڪانڌاري ڏنبيو سندس ويهڪ واري جاءِ تي ڏنگ هنيو هجي. هن تڪڙ ۾ پڇيو، ”واحدبخش خان مرزا پور وارو؟“ آيل مهمان واتان اکر ڪونه ڪڇيو صرف ڪنڌ لوڏي هائو ڪيائين ڪمدار حاجي ٿڌو ساهه پري پنهنجيون پوڙهيون اکيون ڪٽي رئيس ڏانهن لهارڻ لڳو، هن جون اکيون رئيس کي ايلاز ڪري چوڻ لڳيون، ’رئيس هڙي مڙس جي مدد ڪرڻ مرڪ آهي،‘ رئيس به ڪمدار جي اکين جو نياپو سهي ڪري ڪيسي مان سؤ جو نوٽ ڪڍيو ۽ ڪمدار کي ڏنو جنهن وري اهو وٺي واحد بخش خان جي ڪٽ تي رکيو. واحد بخش خان موڪلائي اٿي ويو ته رئيس، ڪمدار کي چيو، ”حاجي پڪ اٿئي ته واحد بخش هو؟“

”سائين خدا خدا ڪر، ڇٽ ۽ امير ڪوهن ڪان ڀڄرو. موں سندس ديهہ بہ ڏٺي آهي، هنيئر هڪ چوڌريءَ جي هٿ ۾ آهي. اسان جهڙيون ڀ ديهون تين هنجي ديهہ مان.“

”پوءِ اهڙا حال ڪيئن ٿيس؟“

”ڀڄو لي، زماني جي گردش“

پر رئيس جنهن جو مٿو خوءِ سان پريل هو تنهن ڪي اهڙي ڳالهہ تي ڪٿي ٿو اعتبار اچي. هن عجب ۾ پئجي چيو:

”حاجي هن جي ملڪيت اسان ڪان بہ پيٺي هئي تہ ڪٿي ڪيئن؟ مان ٿي ڪٿي ٻنهي هٿن سان لٽيان تہ بہ منهنجي ڪٽائڻ جي تہ ناهي.“ رئيس پنهنجي خوشامدڙين وانگر چيو جي ٿوري گهٽي ڳالهہ تي ڪيس چوندا هئا، ’رئيس، وڏو رئيس تنهنجي لاءِ ايترو تہ ڇڏي ويو آهي، جو تنهنجيون ست پيڙهيون پيون اڏارڻ تہ بہ جوڪو ناهي.‘

حاجي غلام علي جيڪو پراڻي جڳ جو ماڻهو هو تنهن ڪي اها لاف نہ وڻي هن فقط ايترو ٿي چيو، ”شڪر ڪر رئيس، شڪر ڪر.“

رئيس قيصر خان جي پيءُ هن دنيا مان وصال ڪيو هو تہ اها کهڙي شيءِ هئي جنهن جي وٽس کوٽي هئي. چار پنج سو ايڪڙ پوري لٽاشي زمين جنهن ۾ ووڻ، وڻن جيترا ڍڳها ٿيندا هئا، ۽ ڪڪڪ چوسري پڇندي هئي جو ڍگهو ماڻهو هٿ آپو ڪري تہ اهو بہ ڏسڻ ۾ نہ اچي، وري ڪڙهہ ۾ نظر وجهبي تہ الاجي کهڙن کهڙن ولايتن جا سرخاب، ڪميت ۽ سمند پيا اوبرين تي داڻا ڪائيندا ۽ ٿانهن تي هاهرون ڪندا، سڀ گهوڙا تصوير جهڙا جو لانگ ورائبي تہ دونالي بندوق جي نرين جهڙيون سنهيون چنگهون ڪنن تان پيون ورلديون ۽ شاختون سر تي ويندون. وري مال جي واڙي ۾ نظر وجهبي تہ ايپي لمي جون ريشمي کلن واريون ڪوبران مينهون ۽ ڳئون ڪي ڪنديون تہ ڪي کهنجون

مطلب تہ هر جنس جا خدا پئدا ڪئي آهي سا واڙي ۾ ضرور
ليندي. ڏوڪڙ پئسي جي بہ ڪمي ڪانہ، هڪڙا ڪٽن ئي ڪونہ
تہ پيو فصل تيار ٿي وڃي ۽ وري ڍڳ پئسا پيا اچن. ڪڙمي
ڪاري، ڪمدار ڪاراوا، نوڪر چاڪر غريب ايماندار همت پريا.
مطلب تہ سڀ راند رتل، هلت ٺهيل ٺڪيل، فقط خيال سان
هلائڻ جي دير هئي. وڏي رئيس بہ مرڻ وقت ننڍي رئيس کي
چيو هو، 'پٽ، سڀو ڏينگو ٺهيل ٺڪيل تو ڏئي وڃانءِ، رڳو
پيو ڪنگهڪر ڪندين تہ اولو ئي ڪونهيءِ. ٻاڏهي پيو رينگندو.'
رئيس قيصر خان ٻيءُ جي ختمن جماڻن بعد جڏهن چوطرف
اکيون ڦيرايون تہ کيس محسوس ٿيو تہ سندس زمينداري جيتوڻيڪ
وڏي هئي تہ بہ ڏکو ڪونہ هوس. ٻاڙي جا ننڍا ننڍا زميندارڪائن
ڳوءِ ڪٽي ويا هئا. حالانڪ سندس ڀڙ ڏاڏي ۽ ڏاڏي جي وقت
۾ سڀ زميندار کين ئي سلام پريندا هئا ۽ سندن اهم معاملا
۽ فيصلا وٽن ئي طئي ٿيندا هئا. ان لحاظ سان چوطرفي جوئي
مرڪز هو هئا، ۽ وڏائپ جو بار مٿن هو. ۾ جڏهن سندس
پيءُ پڳ ٻڌي تہ ڀٽس جي فقيري طبع ۽ ڪنهن جي ٻن، ٽن ۾
نہ وڃڻ ڪري سندن اهو ڏاڪو ختم ٿي ويو هو، هرڪو
پنهنجي خاني خان ٿي ويو هو. ان عرصي ۾ زماني ترقي ڪئي
تہ ٻيا سڀ زماني آهر پنهنجو قدم وڌائيندا رهيا پر سندس پيءُ
پنهنجي اباڻي ڏاڏاڻي چال ڪانہ ڇڏي. ٻين وٽ سهڻي ماسي
مختياڪار، ڊپٽي ۽ ٻيا ڪامورا شڪارن ۽ دعوتن تي پيا ايندا ويندا
هئا ۽ انهن ڪامورن سان رسم راهہ ڪري سندن وڏي هلندي
هئي پر سندس پيءُ وٽ چٽي چماهي ٽپيدار ۽ ڪوتوار ڪالسواءِ
ٻئي ڪنهن ڪاموري جي آمد ڪانہ هئي. قيصر خان پيءُ
جو ان طرف ڌيان ڇڪائيندو هو پر ڀٽس چوندو هو. 'بابا،
اسانجو ڪهڙو ڪم جو ويٺا ڪامورن جون ٽنڊواليون ڪيون.
کين ڪالي سان سلام ڪبو تہ سکيو گذاربو.'

پر قيصر خان جنهنجي رڳن ۾ جواليءَ جو رت هو ان کي اهي ڳالهيون نہ اڳ وڻيون هيون ۽ نہ هينئر ٿي وڻيون. هن جي مرضي هئي تہ هڪ ڀيرو اهڙو ڦرڪو ڦيرائي جو سندن زمينداري وري سيني جو مرڪز ٿي وڃي، ۽ سڀ معاملا سندس سر پنچي ۾ پيا فيصل ٿين. اها ڳالهہ ڳنڍي هن پيءُ وانگر پئسي پئسي تي ڳت ڏيڻ بدران زماني آڏار ڏيک ويک تي خرچ ڪرڻ شروع ڪيو. ڪمدار حاجي جڏهن رئيس جي نئين جيپ ۾ چڙهي ٻتي چڪر ڏنا ۽ رئيس سان گڏ وڏن وڏن ڪامورن کي روبرو دعوتون ڏنيون تہ هو خوش تہ گهڻو ٿيو پر تڏهن بہ هو مهيني ماهي پيو رئيس کي چوندو هو، "رئيس تون ڀلي اهي شوق ڪر، پر پير هميشه چادر آهر ڊگها ڪجانءِ، ائين نہ ٿئي جو سيان هٿ ڇيو نہ ڪرئي ۽ دشمن کلن. هرڪو چوندو تہ پيءُ جي قدمن تي نہ هليو سڄي دليا ڦوڪي ڇڏيائين."
ڪڏهن ڪڏهن تہ رئيس مان ڪري ويندو هو پر ڪڏهن ڪڏهن تہ رهڙ بہ ڏئي وٺندو هوس. "حاجي توتي ڪهڙي ميار، تون آهين ٻاهتر ۾، دليا سک لاءِ آ، يا رکڻ لاءِ. ڀلا ڪهڙو ابتو خرچ ڪيو اٿم؟"
"سائين جيپ ورتئي پندرهن هزارين ۾، روز ٿي ڊهي روز ٿو خرچ ٿئي."
"تہ تنهنجي مرضي آهي گهوڙن تي چڙهي چتا ڪرايان."
رئيس چڙي پيو.
"ڀلا رئيس وڏو بہ تہ هو؟" ڪمدار حاجي، رئيس وڏي جو زمانو ڏنو هو سو ڪنهن جو مثال ڏي.
"اهو زمانو پيو هو، هي زمانو ٻيو آ. زماني آهر نہ هلبو تہ ليکندو ئي ڪو ڪونہ" رئيس کيس سمجهائيندو هو.
ڪمدار حاجي، نوڪر ماڻهو، سيني ساهڻ بدران اهي دليل ٻڌي چپ ٿي ويندو هو پر ٻيا نوان نوڪر، جي وڏي رئيس جي

فوتي ڪالپوءِ هن رکيا هئا، اهي ڳالهيون پڏي رئيس کي
چوندا هئا:
”سائين انگريز چريا ڪونہ هئا جو ڪراڙپ ۾ ماڻهن کي
پن شن ڏيندا هئا. مڙئي اچي ڏاڙهي اٿو خراب. توهان اچا پنهنجي
گهرون دورن پيو خرچ ڪريو. ڪنهن کان اڌارو ڪونہ ورتو
اٿئي جو ڪيس فڪر ٿئي.“
منڌس خاص نوڪر رجب، جو سائس سفر ۾ گڏ هوندو هو ۽
ڳوٺ ۾ اٿي ويٺي جو بہ خيال ڪندو هو سو وري چوندو هو:
”رئيس، دليا اهڙي بي پيري اٿئي تہ جيترو چاهيندينس اوترو
حرام ٿيندي، پري ڀڄندي— جيترو اڇليندينس اوترو مڙندي ويندءِ.
سالڪن چيو لاهي تہ سخي ۽ شوم جو ٻارهين مهيني ليکو پورو.“
ائين پئي ڳاڌو ڳڙڪندو آيو.

پهريون سيارو هجي. ڏينهن جو اونهاري جي پوئين ڏاڏر ۽ راتين
جو سياري جون مٺيون مٺيون ٿڌيون. ڪڙمي ڪاري ربيع جي
هرن کان فارغ ۽ خريف جي فصل ڪٽڻ ۾ ٻہ ٻہ مهينا دير.
زميندار تہ پڪي جا مالڪ، انهن کي تہ مولا جي ذات ڪو
فڪر ڏنو ئي ڪونہ آهي، اهائي موسم ٿيندي آهي ڀهراڙين ۾
وهانون ۽ شادين جي. گهوٽ ۽ ڪنوار بہ راضي، ڪاج وارن
کي بہ تڪليف ڪانہ ۽ ماڻهو بہ واندا، هر ڪو پير پري وڃي.
انهن ئي ڏينهن ۾ رئيس کي نينڊ آئي هڪ وهانءَ جي، جنهن
زميندار وهانءُ پئي ڪيو سو رئيس جو دلي دوست هو ۽ رئيس
جي شادي ۽ وڏي رئيس جي فوتي تي سٺو پير پري ويو هو.
رئيس کي بہ اها آڌاري پاڇي لاهڻي هئي، ان ڪري پنهنجي
نوڪرن چاڪرن سميت تيار ٿي مقرر ڏينهن تي وڃي پهتو.
ساڌي زميندار بہ ڪونہ گهٽايو هو ۽ سٺو انتظام ڪيو هئائين.
اميرن معتبرن لاءِ جدا نويڪليون جايون، وڏيرن ۽ عام خاص

راڄ لاءِ جدا لانيديون نهرايون هيائين. راڳ جي محفل لاءِ به هيرا منديءَ جون چونڊ ڳائڻيون گهرايون هئائين. رئيس ماڻي کائي ٽانيڪو ٿيو پر جڏهن ٻتين ٻرڻ وقت چوڌطرف چانڊاڻ ٿي وئي ته ڪيس ليا پو اچي پهتو ته راڳ شروع ٿيڻ ۾ ڪا جهٽ پلڪ کن دير هئي. رئيس به ٽپو ڏئي ڪڙو ٿيو ۽ پنهنجي ٽوليءَ سميت وڃي اتي پهتو. اها جاءِ هڪ وڏي لانيدي هئي جنهن جي فرش تي اوچا گلم غاليچا وڇايل هئا. چوڌطرف ڪوڙئي زميندار ويٺل هئا ۽ انهن ۾ سندس دائگئي زميندار فتح خان به ڪانپ ڪيديون ويٺو هو. پنهي جي هڪ ٻئي سان ڪانه پوندي هئي. ٻني ٻاري، هاري ناري ۽ ٻڌي چڙي تي سندن جهڙا پيا هلندا هئا. پنهي جا ڪمدار ڪاراوا به جهيڙي ٽارڻ بدران پنهنجي مالڪن کي ڪانه ڪا شڪايت ڪري ٻرانڊڙ ٻاهه ۾ چوچڙي وجهي پيا پيڙ مچائيندا هئا. حقيقت ۾ پهريون پهريون سندن منهن ٽلها انڪريئي ٿيا هئا جو قيصر خان پنهنجو وڇايل اقتدار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جو سندس پرڏاڏي ۽ ڏاڏي کان پوءِ فتح خان وارن کي حاصل هو. پنهي پاهريون پنو قائم رکڻ لاءِ هڪ ٻئي سان ڪيڪر ته ڪئي پر اهي قربائتا ۽ مٺا لفظ اهڙي طرح ادا ٿيا جو چڻ زهر مان، جو پنهي جي دلين ۾ هو، ٻڌي نڪتا. ٻئي ڪيڪر ڪري پنهنجي پنهنجي ٻاري ٿاهي جدا ويهي رهيا. ماڻهن جي انبوهه سبب چوپول مٿل هو. ڪنهن ڪهڙي ڳالهه پئي ڪئي ته ڪنهن ڪهڙي ڳالهه. اوچتو سڀ سسڪا پسڪا بند ٿي ويا. رئيس، جنهن پاسي ۾ ويٺل هڪ زميندار کي تازو شڪار جو احوال پئي ٻڌايو، تنهن اهڙي چپ ڏسي ڪنڌ جو مٿي ڪنيو ته هڪ ٻانهين ڳائڻيون اچي وينيون هيون ۽ سندن استادن ڪپڙن ۾ ٻڌل هارمونيون ۽ پيا ساز پئي ڪوليا. سڀ سدا ملوڪان، انگ انگ ڀهڪندڙ پر هڪ ڪنڌ ۾، هلڪي پيلي ساٽن جي سوٽ ۾، انهن سڀني جو نڪ وينئي

هئي ۽ انهن سيني ۾ اهڙي پئي ڏک ڏٺائين جيئن عام ڪٽڪ
جي ٻاري ۾ ڪواڄ ڪٽڪ جو سلو يا عام جوئارين ۾ جن ٻور.
ڇا قد بت جي لحاظ سان ڇا رنگ روپ جي لحاظ سان.
مڪاني جهڙو سونهري رنگ، ڏکڻي ڏکڻي ڳچي، سنهڙو لڪ
ان ۾ پيل سوني بولڙي جنهن ۾ سچو موتي جڙيل هئي.
رئيس قيصر خان ته ڏسندو ئي ٿڪ ٿي ويو. ڪيس مٿي ڪان
پورن ٻاهه جهڙن پيرن تائين ڏهؤ سان ڏسي وري هئي منڊ ڪان
شروع ڪيائين. سندس اکيون او-تائين نه هٽيون جيستائين هن
ڪيس جوهه پائيندو ڏسي ڪنڌ ڦيرايو ۽ ٻيءَ سان ڳالهائڻ لڳي.
رئيس لاچار ڪنڌ ڦيرايو ته فتح خان به ان ساڳي ۾ جوهه
وجهيون ويٺو هو، رئيس جي منهن ۾ سوال پڙهي ويو ۽ اهو
سوال ٽڌهن لٿو جڏهن ڏڪڙين وچت شروع ڪئي ۽ سازن آواز
ڪيا. پهرين هڪ ڳايو. سيني پٽسا ڏٺا. اها ڳائي وچي ويٺي
ته ٻي اٿي. ان به پنهنجو پاڻ چڱيءَ طرح موڪيو. ان بس
ڪئي ته پوءِ 'هن' ۾ چرپر ٿي ۽ هوءَ آرس ڀڃندي، رئي ڪي
سيني تي ٺاهيندي اٿي ڪڙي ٿي. چؤطرف سالت ٿي وئي هرڪو
تڪڻ لڳو ته ان بلور جهڙي شفاف ڳچي ۽ سهڻن چپن مان
ڪهڙو ٿو آواز نڪري. رئيس کي ان وچم وري وارو اچي ويو
۽ هو ڪيس لئين سر جاچڻ لڳو. سندس سوڙهي سوڙهي قميص
۾ قاتل سيني کي، سندس سنهي سنهي چيلهه کي ۽ سندس
موڪري موڪري ڏونگري کي، ننڍن ننڍن پورن پيرن کي،
۽ انهن جي رنگ لڳل ننهن کي جي پوراڻ کي وڏيڪ جرڪائي
رهيا هئا. هن ظالم به آلاپ ڪري رئيس واري ٻانهين ڏانهن
منهن ڪري جو سرائڪي ڪافي، 'ڪهڙا حال سڻاوان دل دا،
ڪوئي محرم راز نه ملندا' شروع ڪئي ته رئيس ته رهندو لوهن
ڪڙن ۾ قابو ٿي ويو ۽ ڏانهس اکين چنيڻ بنا يڪ ٽڪ نهارڻ
لڳو. هڪ مصرع ٿيو، ٻيو مصرع ٿيو رئيس ڏانهس فقط

نھاريندو ئي رھيو. اوچتو فتح خان پنھنجي پاڻھين ڪان رڙ ڪئي.
"کھڙن بي قدرن ڏاڍھن تي ڳاڻين پاڻي، هيڏي آءُ ته تنھنجي
هڪ هڪ مصرع تي نوٽ گھورِيان." ائين چئي فتح خان ڏھين
ڏھين جا پنج لوٽ تاس جي پٽن وانگر جھليا، چؤطرف ٺھڪڙو
مچي ويو. ھوءَ به قيرو ھاڻي وچي فتح خان اڳيان گوڏو پيچي
ويٺي ۽ دستور موجب ڪيس مصرع پڌائڻ لڳي. رئيس قيصر خان
جي منھن ۾ سڄي بدن جو رت وري ويو ۽ ھن جو منھن ڳاڙھو
ٿي ويو. ھن ڪرڙي اک سان پوِيان ويٺل پنھنجي نوڪر رجب
ڏانھن نھاريو جنھن پاڻ اھو مذڪور ڏسي ڏند پٺي ڪرتيا.
ھن رئيس کي چيو، "فتح خان ملھه ھٽي ويو رئيس"
"ھون، پوءِ؟" رئيس خار ۾ پڙڪيو.
"پوءِ ڇا، رکيو نالو پت جو به چڱو ناھي."
"ڳھٽا ڏوڪڙ آھن پتون ۾."
"ٻه ھزار ته خوشي سان ٿيندا." ائين چئي رجب چمڙي جو
پتون ڪڍي اڳيان رکيو.
"انھن مان ڪھڙي پورت پوندي، آڌام وچي پئسا ڪڍي آءُ
جيپ تي."
ھوڏانھن فتح خان پنجاھه ڪيڏيون ويٺو ھو ته رئيس سو جو
نوٽ ڪڍيو. ھوءَ مشڪندي اچي وٽس ويٺي. ٻنھي طرفن کان
لوٽن جا سرڙاٽ ٿيڻ لڳا. ٻنھي کي اچي پنھنجي عزت جي لڳي،
جيڪو گھٽ ٿئي سو لوڪ لڄا ڪٽي ۽ راڄن ۾ بدنام ٿئي.
مصرع مصرع تي رقم وڌندي رھي. جڏھن رئيس جو لوڪر پئسا
ڪڍي موٽيو ته مصرع مصرع تي ٻه ٻه سو رپيا ٿي ويا ھئا.
رجب وٽس پھچي چيو، "نه گھٻرائجانءِ رئيس، ڪوڙ پئسا آندا اٿم."
"گھٽا آھن؟"
"پنج ھزار!"
"ھاڻي ٺيڪ آ." رئيس بالم تي ويھي رھيو ۽ پوءِ ته اڪيون

پوڻي ڏيڻ لڳو. ڳالهيءَ به سنڌ جي رئيس جي هاڻ ڏسي،
اوستائين بس نه ڪئي، جيستائين سنڌس اڙي پڙ نه ڪيدي بيٺي.
پوءِ جڏهن سنڌس وس نه هليو، تڏهن لوڙلدي نياز ڪندي وجي
پنهنجي جاءِ تي ويٺي. رجب رئيس اڳيان پيل پئسا سنڀاليا ته
ڪو هزار ڏيڍ وجي بچيو هو، پيو ڪل پيران دا خير. اڌ رات
مهل جڏهن هرڪو اويڪلي جاءِ ۾ آرامي ٿيو ته رئيس رجب
کي چيو، ”رجب منهنجو بلو ڪر، نه ته مرانءِ ٿو.“
”چو، خير ته آ سائين.“
”اجا ٿو خير پڇين.“ رئيس ٿڌو ساهه ڀريندي چيو.
رئيس جي ڳالهه سمجهي، رجب ڏلد تيزي ڪلڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو:
”پرائو وهانءُ، هتي ڪا ڳالهه نهندي! باقي صبر ڪر، هڪوار
سنڌس جهوليءَ ۾ ننڊ نه ڪرائيمانءِ ته منهنجو نالو ڦيرائي ڀاڻ
واري ڪاري ڪتي تي رکجانءِ.“
رئيس جنهن کي رجب جي قابليت تي ڀروسو هو سو اها دلجاءِ
ڀڏي ٿوري دير ۾ ڪونگهرا هڻڻ لڳو.

ٺپ-ٺپ-ٺپ— رجب جي زورن تي رئيس اکيون کوليون ته
ڏينهن مٿي چڙهي آيو هو. ٿوري دير هيڏانهن هوڏانهن پاسا
ورائي رئيس آرمن ڀچي اٿي ڪڙو ٿيو. ٽڪ اڄلي رجب کان پڇيائين،
”کهڙو حال آ.“
”سڀ خير آ.“
”هوڏانهن ويو هئين؟“
اٿڻ سان ويو هوس، هاڻي موٽيو هان.“
”چا چيائون؟“
”چون چا، پهريون ته اهي بهانا ۽ نمولا ته اسان اهو ڪم نه
ڪندا آهيون. پر سان به جو ڀڏايون مان تسريون ته اوهان واقعي
تاچي ڀيٺي پٽ آهيو ۽ مصلي تي نماز پڙهندا آهيو، ته شڪي

ٿي چوڻ لڳا، ”رئيس جي دل ڪنهن تي آهي؟“
”پوءِ ڇا چئون ٿي؟“
”ڇيومان ته ڪمال ٿا ڪيو: سڄي رات ڪوهياري پڌو، وري ٿا چئو ڪوهياري پڌاءِ. اوهان وٽ الماس بولڙي واريءَ ڪانسواءِ ڪهڙي آهي رئيس جي هنڌائڻ جهڙي.“
رئيس ڪلڻ لڳو ۽ رجب کي شاباس ڏيندي چيائين، ”واهه ڙي رجب واهه.“
”سائين الماس جو ذڪر پڌي چرڪي ويا. چيائون، هوءَ اڃا ننڍي آهي ۽ سندس نٽ به ڪانهي لٿل. مان ڇيومان ته رئيس نٽ لاهيندس.“ رجب ايترو چئي وري چوڻ لڳو، ”سائين ٻي ڳالهه پڌ.“
”پڌاءِ.“
”الماس اڃا ڪنواري اٿئي، جڏهن ڪو جوان ماڻيندس، تڏهن اها نٽ لهندس.“
”هان!“ رئيس عجب ۾ پنهنجي ويو ۽ وري تصور ڪري مشڪڻ لڳو.
رجب وري ڇڏيل ڳالهه کي اتان ٿي شروع ڪيو: ”سائين هو تيار ته آهن پر چون ٿا ته پهريون رئيس کي نٽ لاهڻ جي رقم ڏيڻي پوندي، گهٽ ۾ گهٽ ويهه هزار: پوءِ ماهوار خرچ، بنگلو، ساز سامان، نوڪر چاڪر سڀ ڏيڻا پوندس. جي دل جهلي ته هليو اچي لاهور.“
رئيس اهي ڳالهيون ٻڌي خرچ پڌي سسي ويو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري سوچڻ لڳو. اتي رجب ٻيو ٻم ڇوڙيو، ”سائين، هن حرامي فتح خان به پنهنجو چاري ڇڏيو آ.“
”هان!“ رئيس ڪان ڇرڪ نڪري ويو.
”ها سائين، صبح جو وڃان ته قادو پيو ڏڪڙين سان ٺهڪڙا ڏئي ۽ مسڪا پسڪ ڪري مولڪي ڏسي هليو ته ويو پر جڏهن

ڳالهائي موٽيس ته وري مليو. مڇون وٽيندي چيائين، ”بابا سلهه جي شيءِ آهي، اتي واڪ هلندا.“

رئيس جو ڪنڌ سيني سان لڳي ويو. رجب ٿوري دير ڏانهس تڪي چوڻ لڳو، ”منهنجي ڳالهه مڃين رئيس، ته ان ڳالهه کان پاسو ڪري لنگهه. انهن ماڻهن کي محبت جو کهڙو قدر، ڪين ته روڪڙ جام گهرجي. پلي فتح خان جوڻي پٽ گهاٽو ٽٺي.“

رجب کيس نيڪ صلاح ڏني. رئيس، جيڪو فتح خان جو ٽالو پٽي سڙي ويو هو، تنهن اها ڳالهه ڪٽي پئي مڃي. هن ڏڙڪيدار آواز ۾ رجب کي چيو، ”وڃي ڪين چؤ ته اسين ان ڳالهه ۾ پٽل آهيون ۽ هڪ هفتي اندر وٽن پهچي ويندا سون.“

لاهور جي تياري ڪندي رئيس گهر سنڀاليو ته روڪ پئسو ته ٽالي ڪاڻ ڪونه بچيو هو. وڏي رئيس جي فوتيءَ بعد خرچ وڌي ويا هئا ۽ هن، هُن ۾ پيو خرچ ٽيندو هو. شڪار، دعوتون، جيپون، اليڪشن ۽ پيٽرول ته سڀ اٽان نڪتا هئا، پر ٽن راتين جي راڳ به کيس چڱي چوٽ ڏني هئي. ان مسئلي بابت ڪمدار حاجيءَ سان ته صلاح ڪرڻي ڪانه هئي جو هو ڏاڙ گهوڙا ڪندي چوي ها، ’ڏئي رئيس، چوندو هومانءِ، ته چادر آهر پير ڊگها ڪجان.‘ سو رجب کان وڌيڪ ڪير هڏ ڏوکي هو. رجب کي گهرائي سڄي ڳالهه سمجهايائين. رجب به ٽي منٽ سوچي چيو: ”سائين ڦٽين جو فصل لهڻ تي آهي، سيٺ سان اڳواٽ پول ڪبي ته ڏوڪڙ جام ٿي پوندا. باقي اگهه ٿورو مليو ته کهڙي ڳالهه، شي پنهنجي آهي.“

”ائين ته ڪٽي ڪبو، پر اٽان پورت ڪيئن پوندي.“ رئيس دل ۾ حساب ڪندي چيو.

رجب وري ٿبيءَ ۾ پئجي ويو ۽ گهڙي سهل ڪانپوءِ چيائين، ”سائين اوهان کي هاڻي خير سان جيپ آهي، هينئر ايترن گهوڙن

جي ڪهڙي ضرورت آ. چڙهو ٻه چٽي چماهي ٿا. ٻيڻي ٻيڻي پير
ڪاري ويندا. هزار ڏيڍ هزار ۾ ته هڪ هڪ وهٽ ويندو گهٽ
۾ گهٽ." ايترو چئي رجب رئيس ڏالهن لهاريو. هن رئيس جو
رد عمل پئي جاچڻ گهريو. رئيس کي غور سان ٻڌندي ڏسي
هن وري چيو، "مينهون ٻه ڪوڙ ٻينيون آهن، پورو سايو ٻه
ڪوله تو ٿئي، ڪير لاءِ چار ڪن ڪافي آهن."
رئيس رجب جي صلاح ٻڌي ڀڪڻ لڳو ۽ ڪمدار حاجيءَ کي
گهرائي اهو حڪم ڏنائين. هو اهو حڪم ٻڌي وائڙو ٿي ويو:
"رئيس، وهٽ ۽ مال ته زميندارن جو پاڳ آهن. پنهنجو پاڳ
ٿو وڃائين!"
رئيس تڪڙو پوڻ بجاءِ ڪيس ٿڌي سيني سان سمجهائڻ لڳو،
"حاجي، گهوڙن تي چڙهان ڪوله، ٻيڻي ٻيڻي پير ڪاري ويندا،
مينهون ٻه اجايون ڪوڙ ٻينيون آهن."
پر ڪمدار حاجي، جو ننڍي رئيس جي هڪ هڪ وک کي وڏي
رئيس جي ڳالهه سان ڀيٽيندو هو، تنهن کي اها ڳالهه وڏي رئيس
جي 'سنت' کان ابتڙ لڳي، سو هو چوڻ لڳو، "رئيس وڏو ٻه
پڇاڙي ۾ انن تي چڙهندو هو، پر دل ۾ اهو خيال نه آندائين
ته ڪو فلاڻو يا فلاڻو وهٽ وڪڻي ڇڏيو. رهندو چٽي چماهي
پيو چوندو هو، 'ڪمدار، ڪو پلو گهوڙو نظر ۾ هجئي ته ٻڌائجانءِ.'"
رئيس، حاجي جي ڳالهه ٻڌي تپي ويو ۽ چوڻ لڳو،
"توکي سو ڀيرا سمجهايو اٿم ته اهو زمانو ٻيو هو، هي زمانو
ٻيو آ."
"ڪمدار حاجي دڙڪو ٻڌي ماٺ ڪري ڏانهس لهارڻ لڳو.
رئيس وري حڪم دهرايو،
"سواءِ سمند جي ٻيا سڀ وهٽ وڪڻي ڇڏ، مينهون ٻه چڙيون
چار جهل، ٻيو تين واڪ ڪر." ائين چئي رئيس ٻئي طرف
لهارڻ لڳو.

جڏهن رئيس سڀ سامان موجود ڪري لاهور پهتو ته الماس جو واڪ چڙهي ويو هو. استاد بندو خان، جنهن سان رجب ڳالهايو هو ۽ پڪان پڪ ڪئي هئي، تنهن پنهنجي لاچاري سمجهائيندي چيو:
”مان ڇا ڪيان. ٽيون ڏينهن هتي فتح خان اچي پهتو هو، هن چيو ته مان رئيس ڪان پنج هزار مٿي ڏيندس ۽ بنگلو به مسواڙ تي وٺڻ بدران خريد ڪري الماس کي لکي ڏيندس. الماس جي ماءُ جي ته ڳگ ڳڙي پئي. پر شاباس آهي الماس کي، جنهن ماءُ کي صاف صاف جواب ڏنو. ماڻس کيس گهڻو سمجهايو ته رئيس، فتح خان ڪان وڌيڪ پئسا ڪونه ڏيندو، پر هن ماءُ کي پڪ ڏني ته جي وڌيڪ نه ڏيندو ته گهٽ به نه ڏيندو.“
رئيس جا ڀِريون ته ڇهه ڇڄي پيا، پر الماس جي قرباني ڀِڏي ٿري پيو. وڏيل واڪ جي کيس گهٽي ڳڻتي ڪانه تي. ڪپ ۾ گهڙڻ ڪاڻپوءِ ڦهنگن ڪان کهڙو ڊڄڻ. رئيس استاد کي چيو،
”ٺيڪ آ، مون کي سڀ شرط منظور آهن. باقي آها ڳالهه ڪليل اٿو ته مان کيس ڏلڏو ڪرڻ نه ڏيندس.“
”ها اها ڳالهه ته ظاهر آ، اوهان جهڙا خاندان ڪٿي سهندا.“
”نه، ڀِريون ڳالهائڻ ٺيڪ آ، پوءِ ڪو ڪروڊ نه پوي.“
”ته بس اوهان بنگلو خريد ڪيو ته تاريخ مقرر ڪيون. اسان ان موقعي تي وڏو جشن ڪنداَ آهيون.“
”ان جي ڳڻتي نه ڪر. ٻن ٽن ڏينهن ۾ هن هٿ مان ڪم پورو ڪري ونو ۽ هن هٿ ۾ منهنجي شيءِ ڏيو.“ رئيس اٿندي چيو.

ان رات جڏهن الماس سينگاري سندس حوالي ڪئي وئي تڏهن رئيس خوشي ۾ پُر تي ويو. هن، هن وقت تائين ڳوناٺيون ساديون سوديون ميريون ميريون گدليون زائفون ڏٺيون هيون، جي هٿ وجهڻ تي ڪجهه جي تڏي والڱر وڃائڻجي ويندڍيون هيون، ان جي بدران جڏهن هن الماس جي ڳاڙهن ڳلن، ڊگهين

پلڪن ۽ ان جي پونئتان هرڻيءَ جهڙين اکين کي ڏنو ته هو بهار بهار ٿي ويو. ويتر جڏهن الماس پنهنجي گهنگرن جهڙي آواز ۾ ڪيس پنهنجي محبت جو يقين ڏياريو ۽ ڪيس وعدو ڏنو ته چهن اٺن مهينن ڪانپوءِ هوءَ ساڻس لڪاح ڪري گوٺ هلي رهندي ته رئيس کي پنهنجا سمورا خرچ سجايا لڳا. صبح جو جڏهن رجب مشڪندي ڪائنس احوال ورتو ته رئيس ٿڌا ساهه پريندي چيو: "رجب، مان الائي ڪيئن ٻاهر آيو آهيان، نه ته دل نٿي گهري ته ڪو ٻاهر اچان. مون کي ته چريو ڪري ڇڏيو اٿائين."

مهيني ڏيڍ ڪانپوءِ رئيس رجب کي حڪم ڏنو ته ڪيئن به ڪري موديءَ کان پئسا وٺي اچي. رجب حيران ٿي پڇيو، "چو، ڇا ڪندؤ سائين؟"

"رجب، ڪيس ٻتي زيور ٺهرائي ڏيئا آهن — زيورن ڪانسواءِ ٻسي آهي."

"پر توهانجو ڪهڙو ڪم!"

"ڇا ڪيان رجب، ڪيس انڪار ڪندس ته روئي روئي منهن سڄائيندي، پرچائيءَ ۾ وري وڌيڪ ڏيڻو پوندو."

"پر سائين ايترو خرچ ته ٺيڪ ڪونهي."

"پر جاتي درياهه ٽپي ويا آهيون اتي اڌ تي ڪهڙو بيهون. گهبراءِ نه، سڀ خرچ سجايا ٿيندا." رئيس الماس واري واعدي ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

رجب حڪم جو ٻندو، ان ئي ڏينهن هليو ويو ۽ ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ پئسن آڻڻ بدران خود سيٺ خدا بخش ميمڻ کي وٺي اچي نڪتو. سيٺ هٿ ٻڌي چيو: "سائين مان اوهانجو ليمڪ خوار آهيان پر اهڙو ٽونگر ڪونه آهيان جو لک پيا هجن، ووٽ وارا پئسا به پٽ ست ڪري ڏنا هئم، رهندو ووٽ به ملي ا گهٽ.

اليڪشن وارا پندرهن هزار ٻه اڃا ٻيٺا آهن.“

”ڪيئن سيٺ، حساب ڪر.“

سيٺ ٻندي ڪولي: ”سائين هي ڏسو، پنجاهه هزار ورتو، ٻه هزار مٺ ٻوليو ٻنجويهن جي اگهه سان، ڏلو هڪ هزار مڻ. اگهه هينئر ووڻ لهن چاليهه روپيا. چاليهه هزار ٿيا نه اوهان ڏانهن، اليڪشن وارا پندرهن گڏيو ته ٿيندا پنجونجاهه هزار.“

”حاضر سيٺ ڏيندا سين، پر هينئر ته ڏهاڪو هزار ڪن ڏيار.“

”سائين ڪاڏهون ڏيان؟ جي ٻئنڪ مان ٿو وٺي ڏيان ته وياج ڳاٽي ڀڳو پوندو. ايتري رقم ڪٽڪ مان ڪٿي لهندي. لر فصل ته اهو ووٽن جو هو.“

”پوء ائين ڪندا سين ته جيڪي پئسا ڪٽڪ ۾ لڳا، نه ته وري آئيندي وارن ووٽن ۾.“

”نه سائين، اتي منهنجي پيٽ پوري پوندي؟“

اتي رجب رئيس کي ٻاهر ڪيڏي سمجهايو ته سيٺ خدا بخش ته پئسن ڏيڻ لاء تيار آهي. پر ڪيس هڪ ڪانه ٿي ٿئي. ڪيس پڻ آهي ته پئسا نه مارجي وڃن. رئيس رجب جي ڳالهه دل سان هنڊائي ته برابر لڳي. هن رجب کان صلاح گهري.

”پوء ڇا ڪيون؟“

”بس سيٺ کي پڪ لاء ڪو دستاويز لکي ڏيو.“ رجب ڪيس سمجهائيندي چيو.

رئيس ڳالهه سوچي سيٺ کي چيو:

”سيٺ هاڻي وات ٿو ڏيانء. تون توڻل رقم جوڙ ٿا هي مون کان شرطي وڪري جو دستاويز لکي وٺ. جي ان مدت ۾ پئسا نه ڏنا مانء ته منهنجي زمين چٽي. بس نه.“

”سائين خدا خدا ڪر. زمين الله اوهان کي اڃا ٻه سرس ڏئي جو تنهنجي ٻگهر مان پيا کائون. اسان واپارين جو زمين سان ڪهڙو واسطو، اسين رڳو موڙيء جي سلامتي ڏسندا آهيون.

جي اوهان دستاويز لکي ڏيندو ته مان به پٽ سٽ ڪري اوهانجو ٻهو چاڙهيندس. پر سائين شرطي ٽڪرن جي پئدا ڪير ڪڻندو؟"
"مان، تنهنجو ڪم پئسن سان."
"سائين اتي منهنجي پوري ڪيئن پوندي. گهر مان سڀ پئسا ڪيڍي ڏيان ته منهنجو واپار وڙو ڪيئن هلندو. ڏنڊو، ڪار پٽ ڪيئن وجائيندس."
رئيس من ۾ پڇي ويو. پر ٿوري دير ۾ هن ڳالهه ڳڻي ته جي فصل لهڻ ڪان اڳ هن بئنڪ مان يا سرڪار مان تقاوي وٺي سيٺ کي پئسا واپس ڪيا ته پوءِ سيٺ جو فصل تي حق ڪونه رهندو. اهو شرطي وڪري جو دستور هو. هن سيٺ کي چيو:
"چڱو سيٺ، تنهنجو ٺي پٽ ڳهاتو، انهن ٽڪرن جي پئدائش تون ٺي ڪڻجان، پر جنهن مهل توکي پئسا مليا ان مهل تنهنجي حقداري چٽي."
"ها سائين، پر منهنجا پئسا نه مارجو." سيٺ رئيس جي پيرن تي ڪري پيو.
"نه سيٺ، تون دلجاءِ ڪر، توسان ورهين جو وهنوار آ."
"سيٺ حساب ڪتاب ناهي رئيس کي ڏنو. رئيس ڏانهن ڪل رقم ٿي پنجهٺ هزار. رئيس به سو ايڪڙ شرطي وڪرو ڪري سيٺ کي ڏلي. پر سيٺ کي ويندي چيائين: "سيٺ، هن ڳالهه جي خبر ڪنهن کي نه پوي، نه ته پوءِ ڪوله نهنداسون،" رئيس کي اچي پنهنجي عزت جي فڪر ورايو.
"ڪهڙيون ٿو ڳالهيون ڪرين سائين. اسان واپارين جي دل کوهن کان به اونهي ٿيندي آهي."

رئيس کي ڳوٺ ڇڏي ڇهه مهنا گذري ويا، ان وچ ۾ هن پويان جي ڪا سار سنڀال ڪانه لڌي. وچ ۾ ڳوٺان خط پٽ آيا هئي. هڪڙي خط ۾ ڪمدار حاجيءَ فصلن جي گهٽ ٿيڻ جو لکيو

هو ته پندرهن ڏينهن ڪانپوءِ ٻئي خط ۾ خود ڪمدار حاجيءَ
جي وفات جو ذڪر هو. رئيس ويو ڪونه، باقي ڪمدار جو
ڪيس ڏک ٿيو. سڄو ڏينهن ٻئي رجب سان ڪمدار جون
ڳالهيون ڪيائين: ”رجب، حاجي مڙس ڀلوڙ هو. اسان سان
چڱا ڳڻ ڏنائين.“

”ها سائين، اهڙا خيرخواهه ڪٿي ليندا.“ رجب به ها ۾ ها
ملائيندي چيو.

رجب کي ته حاجيءَ جو ڏک ٿيو هو يا نه ٿيو هو، پر ڳوٺ
کان ايترا ڏينهن پري رهي ڪڪ ٿي پيو هو، ان ڪري رئيس
کي چيائين: ”سائين هن موقعي تي هلڻو ضرور آهي.“

پر رئيس ڳالهه ٽارائي ويو ۽ چوڻ لڳو: ”هينئر هلي ڇا ڪيون.
هلجي ها ته بروقت. هتي به الماس کي اڪيلو ڪيئن ڇڏي
هلبو. گهوڙا ۽ زالون ران سان نه هونديون ته ڪو سٺو هلنديون.“

اتي ته رجب ماٺ ڪئي، پر هڪ ڏينهن رئيس کي زال جي
بيماري جو خط پهتو ته ڳوٺ جي تياري ڪانسواءِ ڪو چارو
ڪونه هو. ڳوٺان لکيو هئائون ته جي زال جو منهن ڏسڻو
هجيس ته خط کي تار سمجهي. رئيس به نه وڃي ته لوڪ ڇا
چوندو. زال سڳي سوٽ، جنهن کي هن شوق سان لائون ڏيئون
هيون، جا پوئتان سندس منڊل کي ٿاهيو ڏڪيو ويٺي هئي.
الماس به اهو ٻڌي ڪيس چيو: ”توکي وڃڻو آهي، هي وقت
دير جو ناهي.“

”تون ڪڏهن هلندينءَ؟ وعدو پاڙ نه!“

”تون هيڏانهن موٽي آ ته هلنداسين.“ الماس ڪيس ڀڪ ڏني.
پر رئيس اڃ سيان تياريون ڪندي جڏهن ڳوٺ پهتو ته جوڻس
قبرستان ۾ پورجي چڪي هئي ۽ پوئتان سندس ڳالهيون هيون ته
ڪيئن هن آخري وقت تائين سندس انتظار ڪيو ۽ ڳوڙها ڳاڙيندي
دم ڏنائين. رئيس ماٺ ميٺ ۾ زال جا ختما جماڻا ڪري،

پوک پلاهه ۽ راج ياگ ڏانهن نظر ڦيرائي ڏٺائين ته ڀوڻتان آونده ٿي وئي هئي. ڪمدار حاجي ڪانڀوءِ هر ڪو مچ ٿي ويو هو. جنهن ڪي جتان پئي وارو لڳو تنهن اتان پئي ڪاڏو. پنهنجي سمجهه آهر مناسب انتظام ڪري جڏهن هن وري لاهور جي تياري ڪئي، ته جيئن الماس ڪي پاڻ سان وٺيو اچي، ته سندس نوڪر حيات، جنهن ڪي الماس جي سار سنڀال لاءِ ڇڏي آيو هو، ڦيلهڙو منهن ڪري اچي واپس نڪتو. رئيس ڪي ڇيائين:
”اوڏانهن هلڻ جو ڪو ضرور ڪونهي رئيس!“
”ڇو ڙي؟“
”آتي هيڏيون ا ڪيون ڦوناريو وينا آهن. چون ٿا ته ڪو رئيس الماس ڪي خريد ته نه ڪيو آهي.“
”اون، ڇا اهو بنگلو، ٽپڙ ٽاڙي، ڏاڏنهن جا آهن!“
”هون- هو چون ٿا، بنگلو اسانجو، ٽپڙ اسانجا. رئيس ڀن ٽن ڏينهن جو مهمان هو، هاڻي ڀيو در جاچي.“
”انين ٽيندو جو پٺهن جي بادشاهي آ. چڻ راڻو راڻي ملڪ ۾ آهي ئي ڪونه.“
پر جڏهن رئيس اتي پهتو ته ڏٺائين ته واقعي حيات جي ڳالهه سورهن آنا سچي هئي. استاد بندو ۽ ٻيا سازندا جيڪي سندس پيرن تي پيا هوندا هئا، سي شينهن بڻيا وينا هئا. الماس جي ماءُ ته ٻري پئي. ٻيڪدان ۾ پيڪ اڇلي هن هٿ نچائيندي چيو:
”رئيس، اڄ نڪاح پڙهين تي وس لٿو هلي، هتي ته قرب جو معاملو هو. اشراف ٿئين ته واپس موٽي وڃ.“
”واپس ڪيئن وينديس، هتي سر جون سٿون آهن، يا توهان هوندؤ يا مان.“ رئيس ڏاڍر ڪئي.
”هل هل، اهڙا رعب ڳوٺ ۾ هارين تي ڏيکاريا اٿئي. جي اشرافت سان نه نڪرندين ته. پوءِ...“ الماس جي ماءُ ٻن ٽلهن مٽارن مڪرالين ڏانهن اشارو ڪيو، جي ماڙن مانن وانگر پئي گهميا.

”چڱو ڀلا مون کي هڪ ڀيرو الماس سان ٻه منٽ ڳالهائڻ ڏيو، پوءِ
مان هليو ويندس.“ رئيس هيٺائين ڪئي. هنجي خيال ۾ الماس
ڪنهن ڪوٺيءَ ۾ بند پئي هوندي ۽ هن لاءِ روئي روئي اکيون
سڄائي ڇڏيون هونديون. ڪيس ڏسي هوءَ ڇنبڙي پوندي ۽ اتان
ڪيڍي هلڻ لاءِ ايلاز ڪندي. هن ڪوڙ اهڙا واقعا هتي مان
ڪيڍيا هئا ته جنهن ڀاسي زائفان هوندي هئي اهو ڀاسو چڙهتو
هوندو هو پر الماس جي ماءُ رئيس جي دل جي ڀير تي زور
سان ڌوڪو هڻندي چيو: ”اها هتي ڪانهي، رئيس فتح خان
سان گهمڻ وئي آهي.“
رئيس جون اکيون اهو ٻڌي رت ڇڏڻ لڳيون. سندس رت ٽهڪڻ
لڳو ۽ ان ۾ گجي اٿي پئي. هن جو هڪ هٿ ڇيلهه ۾ ٻڌل
ريوالور ڏانهن ويو، پر رجب ڪيس هٿ کان گهليندو ٻاهر وٺي
ويو. ڪيس ٻانهون ٻڌي چيائين: ”ايترو آٻهرو نه ٿي رئيس.“
”اڇا آٻهرو نه ٿيان. هنن پوءِ ڪاٺ ڇڏي آهي.“
”هنن جو ڪهڙو قصور، هي ته پئسي جا پٽ آهن. مون کي
ٻاهه ته هن حرامي فتح خان تي آهي، جنهن کي شرم ٿيو نه
حياءُ، پرائي ڇڪاٽل ڇڏي ٻه ڪاله وٺي آهي، هي ته زائفاڻو
ماڻهو هو.“
رجب ڪيس سمجهائيندي چيو.
ڳوٺ موٽندي رئيس ڪان ننڊ آرام وسري ويو. سڄي وات
اها پئي ڳالهه سوچيائين. فتح خان منڊ ڪان وٺي ڪيس اڇايو
هو. پهريون پهريون ماڻس اليڪشن ۾ مقابلو ڪيو هئائين. اتي
رئيس وڏي دنيا خرچ ڪري ڪيس هارايو هو، ته وري ساڻ
ڪان سندس هارين نارين جون چوريون ڇڪاريون شروع ڪرايون
هئائين. مٿس ڪا فلڪ ڪولهه آئيندو هو. رهندو چوندو وتندو
هو، ’ڪلهوڪو ڇوڪرو ٿو مون سان سينو ساهي، ٽڪر سان ٿو
مٿو هڻي!‘ راڳ جي محفل ۾ ٻه هن اڇات ڪئي هئي ۽ ڪيس

طعنو هڻي ڦرايو هئائين، نہ تہ هو رڳو پير پرڻ خاطر آيو هو ۽ پنجاهہ سو روپيا ڏئي وچي لنڊ ڪري ها. وري جڏهن هن الماس کي ساهيو هو تہ ماڻهو ٻچي واڪ وڏايا هئائين. اتي بہ ڪامياب نہ ٿيو تہ هي وار وري ان وقت ڪيو هئائين، جڏهن هو الماس پنيان پنهنجون پنيون، مال متاع، زيور زاڙي دڦ ڪري پنهنجو پاڻ کي تباهہ ڪري چڪو هو. الماس، الماس جي ماءُ ۽ استاد بندو خان وارا پئسي جا پٽ هئا ۽ اهو انهن جو ڏنڏو هو، پر سندس اصل مدعي تہ فتح خان هو.

رئيس جڏهن پنهنجي ڳوٺ واري اسٽيشن تي لٿو تہ هو هر طرح سوچي فيصلو ڪري چڪو هو. هن اچڻ سان پنهنجي ٽولي کي گهرايو ۽ کين مهڙو ڏيندي چيائين، ”اڙي شير آهيو ڪن لوغان؟“ مهڙو ٻڌي همراهہ مري ويا. ٽولي جي اڳواڻ محرم پنهنجي اچي کهاڙيءَ جي ڪهو جي ڳن کي سنڀاليندي چيو، ”رئيس، تو اصل کان آزمايو آ تہ شير آهيون.“

”تہ پوءِ فتو جنهن ڏينهن موٽي اچي تہ پيو ڏينهن اکين نہ ڏسي!“

”ائين ٿي ٿيندو رئيس، پر پوءِ جون پارتون اٿئي.“ محرم دليري سان چيو.

”صوبيدار پنهنجو يار آهي، سون ۾ توري بہ ڇڏائيندوسانو.“ رئيس کين دلجاءِ ڏني.

فتح خان جي بہ قضا ٻچي آئي جو ٻتئين سالگي ڳوٺ موٽي آيو. همراهہ تہ اڳيئي ٿي ڪيس تاڙيو ويٺا هئا. ڇٽن ٿي ڪهاڙين ۾ ڪيس سمهاري ڇڏيائون.

فتح خان جهڙي لاميارى زميندار جي خون تي آپ ڏري پيو. ضلعي جي سڄي پوليس اچي ڪڙڪي. راڄن ۾ ٻاڪر ڪتا وجهي ڇڏيائون. آخر اها ڳالهہ پوليس کان ڪيئن ٿي لڪي تہ فتح خان ساڻ ڪنهن جو مدئيو هو. توري ڳالهہ کلي تہ سڄي آڌڙندي وئي.

آخر اهو ڏينهن اچي پهتو جو رئيس جو دوست صوبيدار هزار خان
وڏي عملي سميت اچي رئيس جي ڳوٺ پهتو. رئيس کي چيائين
”رئيس، توتي فتح خان جي خون ڪرائڻ جو الزام ثابت آهي.
توسان گڏ ان ڏوهه ۾ محرم، صفر، آدم ۽ دلاور آهن.“
رئيس ته ڀيريون گهڻي پڪائي ڪئي ۽ پوءِ جڏهن ڀي ڳالهه
ڪانه سجهس ته صوبيدار کي پٽڪا ميڙيون ڪري، دوستيءَ
جا واسطا وجهڻ لڳو. پر ققڙ نه گوشت، ڪامورو نه دوست،
صوبيدار کي اهڙو وارو وري ڪيئن پئي مليو. هو چوڻ لڳو،
”نه رئيس مونکان هيءَ ڳالهه زور آهي. عرش قاتل آهي.“
”تون سڀني ڳالهين جو مالڪ آهين، پيا ڪامورا توکان ٻاهر
ڪونه ويندا.“ رئيس ڪيس ايلاز ڪندي چيو.
”چڱو مان وڏي صاحب سان ڳالهايان ٿو. باقي پئسا گهڻا لڳندءَ.“
جيڪو انگ چوندين اهو ڏيندس. باقي هيءَ مهر هڻ.“
”چاليهارو هزار ته اوس لڳندءَ. مونکي ته توکان پئسو وٺڻ حرام آ،
باقي سپاهي ڪان وٺي ايس پي تائين پيٽ پرٽو آهي.“
صوبيدار دستور موجب چيو.
اتي رئيس رجب کي ٻاهر ڪيڍي صلاح ڪئي.
”چا ڪيون رجب؟“
”سائين خون جو الزام آ ڪو چرچو ڪونهي. ڏنو پٽ ڇٽي جو“
”صوبيدار ته وڏو چڪ هنيو آهي. ڪٿان ايندا ايترا پئسا؟“
”سائين عزت کان مٿي پئسو ڪونهي. تون صوبيدار کان مهلت
وٺ، ڏوکڙ ڪري وٺنداسون.“ رجب کيس دلجاءِ ڏني.
صوبيدار کان پٽي ڏينهن مهلت وٺي، رئيس هيڏانهن هوڏانهن
مدد لاءِ واجهايو ته هرڪو پري بيٺو هو. سڀني کي ڪا نه ڪا
لاچاري هئي. آخر پيو کهڙو رستو هو، سواءِ سيٺ خدا بخش
جي گهرائڻ جي. رئيس کيس لياڙي سان چيو،”سيٺ مهلون مڙمن
تي ايندئون آهن، ڪو ياڙين تي ڪونه اچ ڪا واهر ڪر.“

”رئيس حج واري جو قسم، ڪلهه فتح خان جي پاءُ ڪمدار هٿ نياپو موڪليو هو ته جي رئيس ڪي پئسا ڏنئي ته ڳانو ٺي توکي پڏنداسين. خون ٿي توکان اڳاڙبو.“

خدا بخش ڪي پوتي ڪيڏائيندو ڏسي رئيس ڪيس ليلهڙات ڪيا، ”خدا بخش ائين ڪيئن ڪندين، توکان سواءِ ڪهڙو آسرو آ.“

”نه رئيس مونکي معافي ڏي. مان ان باهه ۾ ٽپو ڪونه ڏيندس.

پر رئيس جڏهن ڪيس پيا ته سو ايڪڙ ٿوڻي مدي تي شرطي وڪرو ڪري ڏنا ته سيٺ جو مس مس پؤ لٿو ۽ ٻڪي ٻوڙي پئسا پورا ڪري ڏنائين.

رئيس صوبيدار ڪي پئسا ڏئي پنهنجي ته جان ڇڏائي، پر جي مجرم وارن جي ڪورٽ ۾ پيروي نه پئي ڪرائين ته ڪيس وري لوڏو هو. هنن، ملاقاتين جي معرفت ڪيس نياپو به موڪليو هو ۽ چورايو هئائونس ته ”رئيس اسان تنهنجي وانگار اڙها هئاسين، نه ته فتح خان سان اسانجو ڪو مدئپو ڪونه هو. هينئر آهي سڀ هرج خرچ توتي آهن. اسانجو تدارڪ ڪر، نه ته پاڻ قبولدار ٿي توتي بيان ڏينداسون.“

رئيس اهڙو اڻ ڄاڻ ڪونه هو جو وسائل باهه ڪي وري ڇوڇڙي ڏئي پيڙ ڪري. هن ڪين دلجاءِ موڪلي. سيٺ ڪان پيا پئسا وٺي اهڙو وڪيل ڪيو، جنهن لاءِ مشهور هو ته هن ڪيترن ڏوهين ڪي ڪورٽ ۾ ته ڇا، پر ڦاسي گهاٽ تان به، ڇڪي مان ڦاهو ڪيڏرائي آزاد ڪرايو هو.

آخر هڪڙو ڏينهن اهڙو به اپڙيو جو سيٺ خدا بخش، جنهن رئيس جو لمڪ ڪاڏو هو ۽ سندن واپار وڙي مان وڌيو هو، وڏي شان ۽ نٽ سان تعلقي مختياڪار سان گڏ رئيس جي ڳوٺ آيو. مختيارڪار رئيس ڪي چيو ”رئيس تنهنجي لکي ڏنل دستاويزن موجب هيءَ سموري زمين، وٽن اڏن ڪيسن سميت سيٺ خدابخش جي آهي ۽ تنهنجي ڪابه حجت ڪالهه آهي.“

رئيس ڀيريون ته مختيارڪار سان گهٽوگوڙ ڪيو، پر مختيارڪار سندس هڪ به ڳالهه وزن تي نه آندي ۽ کيس صاف چيائين ته هو بالا آفيس جي حڪم موجب سيٺ کي سرڪاري طرح قابض ڪرڻ آيو آهي. ۽ جي هن کو گوڙ وغيره ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته پوليس کي گهرائي کيس بي دخل ڪندو. رئيس وڏيڪ چا ٻئي ڪري سگهيو. سڄي ڳالهه سندس پنهنجي هٿ جي وڍيل هئي. هن مختيارڪار کان مهلت گهري:

"بس اڄوڪا ٿي پهر ترسو. مان رات جي پيٽ ۾ هليو ويندس."

ان رات جي پوئين اسر جڏهن ڪڪڙن بانگون ڏنيون، تڏهن رئيس پنهنجي سمند جي پٺي تپي مٿس سنج وڌا. ۽ الين اکين سان پنهنجي ڳوٺ ۽ ٻنين ڏانهن نهاريندي، ٻين ڏسن ڏي ويندڙ ڪڪائين سڙڪ ورتائين.

پوء، گهٽا گهٽا ڏينهن پوء جڏهن سندس ڪپڙا ميرا مٽيءَ جهڙا ٿي ويا هئا ۽ سندس منهن جهولي ۾ مسافري سبب ڪارانئجي ويو هو، هو هڪ اهڙي ڳوٺ کان لانگهائو ٿيو جو سهڻي نموني ٻڌل هو. ڳوٺ جي چوڌاري پوريون لتاشيون ٻنيون هيون، جن ۾ ووڻ ۽ جواريون ڏکڻ جي هير تي پئي جهوتيون ۽ وچ ۾ اوڏڪيون پتيون، چناوان گهر، قبائين مسجد، شاهي ڪوٽ ۽ ان جي وچ ۾ پڪسري حويلي ڳوٺ کي ڪنيو بيٺي هئي. رئيس ڳوٺ جي ٻاهران بيٺل هڪ ماڻهو کان بي اختيار پڇي ويٺو،

"ادا ڪنهن جو ڳوٺ آ؟"

"وڏيري غلام عمر خان جو." ان ماڻهو کيس جواب ڏنو، الائي رئيس گهوڙي جي ٻاڻ واڳ موڙي يا ويچاري سمند تڪ سبب ٻاڻ ڳوٺ ڏانهن رخ رکيو ۽ شاهي گهٽي لتاڙي اچي اوطاق جي وڏي در تي بيٺو. رئيس گهوڙي تان لهي ان کي آهر سان ٻڌو ۽ اگهڻ ڏانهن نهاريو، جتي ڳوٺ جو وڏيرو کٽ تي ليٽيو پيو هو. سندس چوڌاري هيٺ تڏن ۽ منجين تي

نوڪر چاڪر، ڪڙمي ڪاراوا وينا هئا. رئيس اهو نظارو ڏسي زمين ۾ ڪپي ويو. هندس قدم اڳتي وڌڻ ڪان پڙ ڪيدي بيٺا. پر جڏهن ڪيس سچي ڏينهن جو لنگهڻ ۽ خالي ڪيسو ياد پيو، تڏهن هو هٽڪندو هٽڪندو، ٻيهندو ٻيهندو اڳتي وڌيو ۽ وڃي اتي پهتو هو جتي ڪچهري لڳي پئي هئي. ٻوءِ جڏهن وڏيري غلام عمر خان ٻيا سڀ ماڻهو اٿاري ڪيس جيءُ ڪئي، تڏهن هن ڪنڌ هيٺ ڪري اکيون ٻوٽي چيو:

”خان مان ٻہ تو جهڙو ئي زميندار هوس پر زماني جي گردش سبب هي حال اچي ٿيا آهن، تو وٽ لنگهي آيو آهيان تہ پنهنجي شان تي جيڪي سري سگهين سو ڏئينم تہ گذر سفر ڪري وڃي ڪي وڻ ڏسان. پيو تنهنجي سر بخت جو خير.“

گهڻن ڏينهن جي غير حاضري بعد، هو پنهنجي نئين ڳاڙهي شيو
ڪي ڪراچي ڪلب جي پورچ ۾ بيهاري، اندر بار ڏانهن وڃڻ
لڳو ته سامهون ڪنهن ڪي ڊيل وانگر تلندو ٻاهر ايندو ڏٺائين.
هن جا قدم اڳتي وڌڻ کان انڪاري ڪري ويا. هوءَ پنهنجي
ساڙهي جي پلوڪي هر هر ادا سان ٻانهن تي ٺاهيندي لڏندي
لمندي سندس پرسان لنگهي، ته نه چاهيندي به هن کان بي اختيار
سينڊ لڪري وئي. هُن ٺرڙ تي گهنج وجهي ڏانهس گهوريو ۽
هِن شڪي ٽي منهن ڦيرائي ڇڏيو. پر جڏهن 'ڪورٽ شو' جي
سريلي پياري ڪِٽ ڪِٽ اڳتي وڌي وئي، تڏهن هن
منهن ڦيرائي ڏٺو ته هوءَ انهيءَ انداز سان، اوچو ڳاٽ ڪيو
ائين وڃي رهي هئي، جڻين ڪنهن تي فلڪ ڪالہ هجيس. هو
ٺڏو ساهہ پري اڳتي وڌيو ۽ بار ۾ ويٺل ميمبرن کي سلام
ڪندو پنهنجي سنگت واري مخصوص ڪنڊ ڏالهن هليو ته ڏٺائين
سموري چنڊال چوڪڙي ويٺي هئي. ڪيس ڏسندئي سڀ، خوشيءَ
سان رڙيون ڪري هنکي چنبڙي ويا.
"اڙي تون ڪٿي هئين ايترا ڏينهن؟" پروفيسر جيلاني ڪيس
ڀاڪر پائي چيو.
"ڳوٺ ويو هوس، هارويسٽ جي سيزن هئي نہ."
هر ڪنهن کي سندس وڏي زميندار ي جي خبر هئي، پر تنهن هوندي
به هن وري ڪين ٻڌائڻ مناسب سمجهو.
"پوءِ اڄ ڪلهہ تہ ڪيسا پُر هوندا؟" ڪئپٽن مسعود چيو.
"بلڪل."
"تون تہ بنا موڪلائي هليو وئين، پر هتي تہ گهڻا ماڻهو
تنهنجي ڪاڻ سڪيا پئي." ڊاڪٽر سليم لفظ 'ماڻهو' تي خاص
زور ڏيندي چيو. هن ڊاڪٽر ڏانهن نهاريو، جنهنجي منهن

تي شرارتي مشڪ هئي. اهو اشارو شاهد برني ڏانهن هو. جنهن سان هنجو 'افيئر' هو، ۽ جا اوچتو ئي اوچتو سندس ڳچي ۾ پئجي وئي هئي ۽ هنکي شادي جو زور پريو هئائين. هن ڊاڪٽر سليم سان صلاح ڪئي هئي. جنهن ڪيس به تي ڏينهن گسائي وڃڻ جي صلاح ڏني هئي. هو پنهنجي نيتو تائون هليو ويو هو.

"اڄ ڪلهه ماڻهو ڪتي آهن؟." هن مشڪندي ڊاڪٽر سليم کان پڇيو.

"اتيئي، اوسي پاسي."

هن لمولي سان ڪنڌ ڦيرائي ڏٺو ته پريرو 'هوء' هڪ ڪنڊ ۾ اڪيلي ويٺي هئي ۽ ڏانهن گهور ڪري پئي نهاريائين.

"اڄ ڪلهه هتي وڏي لئي تي وئي آهي. ڪافي نوان ميمبر ٿيا آهن. خاص ڪري..." پروفيسر جيلاني مشڪندي چيو.

"ڪير آ هوء.؟ پوري واقفيت ڪراء." هن جو شوق جاڳي پيو.

"مان تو ٻڌاياء." ڊاڪٽر سليم چوڻ لڳو، "نالو اٿس پارس نياز احمد، هتان جي نئين ڪليڪٽر جي ڌيءُ— انٽروڊيوس ڪرايانء"

"اها به پڇڻ جي ڳالهه آ پيارا."

"پر اٿئي انگور کٽا." پروفيسر جيلاني، حميد ۽ ناصر ڏانهن نهاريندي چيو، جي شڪي ٽيڻ لڳا.

"جڏهن مان نه پڇان تڏهن چئجو، وارو ڪيو، واقفيت ڪرايو." شاهده برلي جي افيئر کان پوء هنکي پاڻ ۾ وڏو پيرسو ٿي پيو هو.

ڊاڪٽر سليم هال ۾ چوڌاري نظر ڦيرائي ڏٺو ۽ چوڻ لڳو."يار، اڳهون اڳهون هتي ويٺي هئي، شايد هينئر بليئرڊ روم ۾ هجي، اٿ ته اوڏانهن هلون."

الائي ڇو هنجي دل ۾ ڪکي ويو ته شايد پارس اهائي هئي، جنهن سان هو اڄڻ وقت پاهر دوبدو ٿيو هو، ۽ جنهن منهن ۾

سونهن وجهي ڏانهس گهوريو هو. هو چوڻ لڳو، ”پلا انهي لاءِ ته نتو چوين، جنهنکي اج آرينج بنارسي ساڙهي پئي هئي، جنهنجي ڳچي ۾ جيڏ جو وڏو هار پيو هو ۽ جنهنکي ڪارو ڪوٽ
شو...“

ڊاڪٽر هنجي ڳالهه اڌ ۾ ڪاٽي کيس گهوريندي چوڻ لڳو،
”اڙي اهائي، اهائي، ڪاٽي ملينس؟“
هن ڪوبه جواب نه ڏنو، پر اکيون ڦرڙائي سينڊ وچائڻ لڳو.

پئي ڏينهن، هن ڊاڪٽر سليم کان تفصيل سان پڇا ڳاڇا ڪئي ته ڪنهن سان هن جو ’افيئر‘ ته ڪونه هليو هو، ۽ ڪلب ۾ سندس گهڻو اٿڻ ويهڻ ۽ گهمڻ گهتڻ ڪنهن سان هو. پر ڊاڪٽر کيس ٻڌايو ته خاص طرح ڪنهن سان ڪونه.
”اهڙي مغرور آ ڇا؟“ هن پڇيو.
”يار خبر ئي ڪانه ٿي پوي. هر ڪنهن سان ڳالهائي به فضيلت سان ٿي، پر ڪو ڏيکهه رکڻ جي ٿو ڪري ته ونءُ ٿي وڃي“
اهي ڳالهيون پئي ٿيون ته هوءَ بار ۾ لنگهي آئي ۽ ڪنڊ ۾ خالي ميز تي ويهي رهي. هن ڊاڪٽر سليم کي انٽروڊيوس ڪرائڻ لاءِ ٺونٺ هنئي ۽ هن کي هٿ کان وٺي ان ڪنڊ ڏانهن وڏيو. سندس ويجهو هلي چوڻ لڳو، ”مس نياز احمد، ليٽ مي انٽروڊيوس، ماءِ ٽڪ فرينڊ مسٽر ذوالفقار علي خان.“
هوءَ اِخلاقاً اٿي بيٺي ۽ مشڪندي لانئڊ سان چيائين،”پليز...زڊ ٽو ميٽ يو.“
”پر اسان سنگت ۾ کيس ان ڏکهي االي بجاءِ، زلفي سڏيندا آهيون.“ ڊاڪٽر وري چيو. ڊاڪٽر سليم ٿوري دير ويهي بهانو ڪري هليو ويو ته هن ڪائنس پڇيو، ”ڪجهه پيئندؤ، مس نياز احمد.“
”ڪا خاص ضرورت ته ڪانه آهي.“ هوءَ نٽائڻ لڳي.

”ڪڏهن ڪڏهن، ضرورت ڪانسواءِ به ٻئي جي دل خوش ڪرڻ لاءِ هائو ڪبي آهي.“ هن ڏانهس تورو جهڪي مشڪندي چيو. اهي سڀ گُر ڪيس ياد هئا.
”چڱو مان شيري پيئنديس.“ پارس جڻ ته مجبور ٿي چيو.
هن خوش ٿي ويٽر کي اشارو ڪري شيري ۽ ويٽ سڪسٽي نائين آڻڻ لاءِ چيو. بيري ٻئي گلاس آڻي اڳيان جهليا ته هن پاڻ وارو گلاس تورو مٿي کڻي چيو: ”تو اور فرينڊشپ.“
”تو اور اڪوئنٽنس.“ پارس عجيب بي نيازي سان گلاس مان سپ ڪري چيو.
هو ڏک ۽ڇائي وڏا وڏا ڍڪ ڀرڻ لڳو. هن محسوس ڪيو ته پارس سندس ڳالهه کي رد ڏئي، ڪلهوڪي سينڊ جو پلو ورتو هو. هنکي ياد آيو ته شاهده برني وش ڪندي به - ٿي قدم اڳتي نه وئي هئي، ۽ ڪيس گهري نگاهن سان ڏسندي چيو هئائين، ’تو اور لو زلفي.‘

هڪ ڏينهن هو ڪلب ۾ دير سان پهتو. بار ۽ بليئرڊ روم خالي پيون هيون. هو هڪدم بال روم ڏانهن ويو. اتي ڏنائين ته هوءَ ويٺي هئي. سندس پرسان ڪو مرد ڪولهه ويٺل هو. هر جي ڪو ويٺل هجي ها ته به ڪا وڏي ڳالهه ڪانه هئي. تازو ڊانسنگ اسڪول مان سکيا وٺندي وقت اهي جملي آداب چڱي طرح سکيا هئا. هنکي رڳو ويجهو وڃي اخلاق سان چوڻو پئي ها، ’مس نياز احمد سان ڊانس ڪرڻ جي اجازت آهي جناب؟‘
’آف ڪورس سر.‘ هو مشڪندي اجازت ڏئي ها. اهي بال روم جا آداب هئا.
هو ڪيس اتي ويٺو ڏسي خوشي ۾ ڀر ٿي ويو. ڪنهن سان ڊيکهه وڏائڻ ۾ ڊانس هڪ وڏي مددگار هئي. هن سوچي ڇڏيو ته

پهرين رائونڊ ۾ ڊانس ڪندي پري رهندو، پر ٻن ٽن رائونڊن کانپوءِ هو چڱي طرح گهاٽا ٿي ويندا ته هنکي ڪجهه قدري ڇڪي پنهنجي ويجهو ڪندو ۽ سندس هٿ جو گهيرو ٿورڙو ٿورڙو تنگ ٿيندو ويندو، تانجو هوءَ سندس سيني تي ڪنڌ رکي ڊانس ڪرڻ لڳندي.

آرڪيسٽرا وڄڻ لڳو ۽ جوڙا ڊانس ڪرڻ لاءِ اٿيا ته هن تڪڙو وڃي ٻئي ٻانهون نوڙائي کيس چيو، "May I."

پر هن سندس وڏايل هٿن جي ڪا پرواهه نه ڪندي وڏائي سان چيو: "پر مونکي ته اهڙي سٺي ڊانس ڪرڻ نه ايندي آهي."

"اهڙي سٺي ميوزڪ ۾ پاڻهي سکي ويندو." هن مشڪندي چيو.

"نه نه مونکي معافي ڏيو ته بهتر، مان اوهان جهڙي هوشيار ڊانسر سان ڪونه هلي سگهندس. ماڻهو ڪونهن کلائيندا." پارس صاف ٽٽائيندي چيو.

هو مجبور ٿي پوئتي هٽيو ۽ شاهده برني سان ڊانس ڪرڻ لڳو. شاهده کيس حيرت سان تڪي رهي هئي. منجهس ۾ هن پاڻ آفر ڪيو هو ته هو بهانو ڪري ٽٽائي ويو هو، ۽ هينئر هوءَ ٻئي ڪنهن سان ڊانس ڪرڻ لاءِ تيار هئي ته پاڻمرادو کيس ڊانسنگ فلور تي وٺي آيو هو. بهرحال هوءَ خوش هئي، جو ذوالفقار کي وري سندس خيال ٿيڻ لڳو هو. هوءَ سندس ويجهو پونهي، هنجي سيني ۾ منهن لڪائي، کيس چوڻ لڳي: "آءِ اسٽل لو يو زلفي."

هو کيس ڪتو جواب ڏيڻ ۾ هو ته سندس نظر پر واري جوڙي تي پنجي وئي. اهي پارس ۽ ميجر اصغر هئا. هنکي باهه وٺي وئي ۽ سندس منهن ڳاڙهو ٿي ويو. هن جا اسٽيپ بگڙي ويا.

"آر يو آل رائٽ زلفي؟" مس برني کيس ٻي دليو ڏسي چيو.

"نه مان خوش نه آهيان، منهنجو مٿو سور کان ڦاٽي ٿو." هن روئڻهارڪو ٿي چيو.

"ته پوءِ تون ريسٽ ڪر." هو ڪانئس معافي وٺي ٻاهر نڪرڻ لڳو ته

هن ڏنو تہ پارس، ميجر اصغر سان ڳالهائي رهيو آهي. هن اهو ڏٺو تہ انهن ڳالهين جو هن تي ڪهڙو اثر پيو.

ان ڏينهن هن جيڪو پاڻ کي 'سماڄ' فيل ڪيو هو، ان جي لنوائي وسارڻ جو طريقو اهو هو تہ هو سندس منهن بلڪل نہ چڙهي، انڪري هو پنهنجون شامون ڪلب وڃڻ بدران ڪلفٽن يا سئنيما هائوس ۾ گذارڻ لڳو. پر هڪ ڏينهن ڪلفٽن تان موٽندي سندس ڪار پنهنجو پاڻ ائين اچي ڪراچي ڪلب ۾ بيٺي، ڄڻ ان جو اسٽيرنگ سندس هٿ ۾ ڪونہ هو. هن ڏٺو تہ سموريون ڪرسيون ۽ ميزون لان ۾ پيون هيون ۽ جملي ميمبرن جي هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ سبب وڏو گوڙ لڳو پيو هو. هو سمجهي ويو تہ اهو تمبولا جو پروگرام هو، ان راند ۾ هنکي ڪا دلچسپي ڪانہ هوندي هئي، جو خسيس هائوزي لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ هڪ هنڌ سڪي ويهڻو پوندو هو، ۽ هر وقت ڪن ڦاڙي اناؤنسر ڳالهين ڏيان ڏيڻو پوندو هو تہ متان هو ڪو نمبر چوي، ۽ اهو مس ٿي وڃي. پر اندر بار ۾ اڪيلي وهڻ کان ٻاهر ويهي ڪيڏندڙن جي خسيس هائوزي لاءِ هٻڇ ۽ نمبر اچڻ تي هسٽريا جي مريضن وانگر رڙيون ۽ واڪا ڪرڻ جو مزو ڏسڻ، زياده دلچسپ هو. انڪري هو هڪ ڪرسي ڳالهين وڌيو ۽ ان تي وهڻ وارو هو تہ ڪيس پويان ڪنهن سڏ ڪيو. ڪنڌ ورائي ڏٺو تہ پارس ڪيس سڏي رهي هئي. هنجي دل ٿي تہ جيڪر ڳالهہ نہ وڃي ۽ سندس سڏ کي ڪو گوش نہ ڏئي ۽ ماٺ ڪري ويهي رهي. پر ڄڻ ڪوکيس هٿ کان وٺي گهلڻ لڳو ۽ هو ڳالهس گهلبو ويو.
"مس نياز احمد، اوهان مونکي سڏيو ڇا؟" هن ويجهو وڃي ڪانئس پڇيو.
"اوهان ڪٿا ڪيڏو؟" هوءَ مشڪندي ڪانئس پڇڻ لڳي.

"نه، مونکي هيءَ راند نٿي وڻي." اُنين چئي هو پوئتي موٽڻ لڳو
ته پارس هڪدم چيو، "ته پلا مونکي هيلپ ڪيو نه."
هو سندس پرسان ويهي رهيو ۽ کيس سمجهائڻ لڳو ته ڪيئن
نمبر ڪٽيا وڃيا آهن، ۽ ڪڏهن هائوزي پوري ٿيندي آهي.
ايتري ۾ اناؤنسر مائيڪ تي اعلان ڪري ڏيو ڪڙڪائي نمبر
ڪيڻ لڳو.
هٽا ينڊ رن سيون اينڊ ون...
ايٽ سيون ماءِ وائفس ايج...
هن پارس ڏانهن ڏٺو جا ڪارڊ ۾ اکيون وجهي نمبر ڪاٽڻ ۾
مشغول هئي. هو ڪرسي کي ٽيڪ ڏئي ڏانهس نهارڻ لڳو. کيس
ڏهُ سال ڏسڻ جو اهڙو ڪڏهن موقع نه مليو هو. هن ڀرپور نظرن
سان سندس وڏن وڏن وارن کي ڏٺو جي جوڙي جي شڪل ۾
ڇڪي ٻڌل هئا ۽ جن سندس پوري ڳچي ۽ ڪنڌ کي قدري
ڍڪهو ڪري وڏي رونق بخشي هئي سندس ڪياڙي تي ٻچيل
سنهڙا سنهڙا وار، جي جوڙي ۾ نه اچي سگهيا هئا، پيارا پيارا
پئي لڳا. لوڪٽ بلائوز ڪري، پٺي، اڳ ۽ پيٽ جو گهڻو حصو
جارجٽ جي ساڙهي سان ڍڪيل هئڻ جي باوجود، جرڪيو پئي.
هنجا گلابي اڌ کليل سنهڙا چپ ۽ برمي چمپل جي ٻن پٽين
۾ سهٽا صحت مند پير، هنجي چپن کي ڏڪائڻ لڳا.
الائونسر دستور موجب لمبر ڪيدي رهيو هو.
پنجو پنجو ففٽي فائيو...
لٽل لالي لمبر ٿري.
هن پنهنجي لٽل لالي جي ڪارڊ تي اوچتو نظر وڌي جنهن ۾
اهو لمبر هو، پر ڪٽيل ڪونه هو، هن جهڪي ميز تي رکيل
ڪارڊ ۾ اڻ ڪٽيل لمبر ٿري تي آڱر رکي، ۽ هوءَ سندس اشارو
سمجهي ان نمبر کي ڪٽڻ لاءِ هيٺ جهڪي، ته هن جي نظر ڳچي
کان ترڪندي سندس سيني تي پهچي وئي، جو بلائوز جي قيد

کي ڦاڙي ٻاهر نڪرڻ لاءِ آتو هو. اوچتو پارس جي نظر
ڪيس گهوريندي پڪڙي ورتو ۽ مشڪندي چوڻ لڳي، ”اوهان
سمورو وقت منهنجي تپاس ۾ ئي ڪئي آهي، نظر هٽندو ڇا؟“ ائين
چئي هو وري ڪارڊ ڏانهن ڏسڻ لڳي.
هو ٿورو مشڪيو ۽ وري ڪنهن گهري سوچ ۾ پئجي ويو.
سوچيندي سوچيندي هن فيصلو ڪري ورتو ته هو اهائي هئي،
جنهن جي انتظار ۾ هن شاهده برلي ۽ صوفيہ احمد جهڙين پيارين
ڇوڪرين کي ٻه، جن هنجي هر جائز ناجائز گهر به پوري ڪئي
هئي، پنهنجو نه ڪيو هو. هن کي فقط منزل تائين پهچڻ لاءِ
هڪ آرام ۽ ٽڪ پچڻ جي سواءِ وڌيڪ اهميت ڪانہ ڏني هئي،
سندس ئي انتظار ۾ هن پنهنجي مگيندي سان ٻه لائون ڪونہ
ڏنيون هيون، جا سندس اوسيڙي ۾ ٻوٽ ويئي هئي. هن محسوس
ڪيو ته پارس بنا زندگي گذارڻ هڪ عذاب آهي، جو هو ڪنهن
به حالت ۾ سهڻ لاءِ تيار نہ هو. هن ٿورڙيون اکيون ٻوٽي
همٿ سان چيو، ”پارس منهنجي هڪ ڳالهہ ٻڌ.“
پارس جا ڊگها ڊگها ايرينگ لڏيا ۽ ڏانهس ڏسڻ لڳي.
”پارس آ لو يو... آ لو يو مور دين ايني ٿنگ ان دي ورلڊ.“
هن ڪنڌ هيٺ ڪري چيو. پارس ڪو جواب نہ ڏنو ۽ هو
وري دل ٻڌي ڪيس چوڻ لڳو: ”پارس ان ڏينهن، مان پهريون
پيرو توکي ڏٺو ته ائين محسوس ڪيم ته تون ئي اها هستي
آهين، جنهن جو مان ورهين کان انتظار ڪري رهيو آهيان ۽
ان انتظار ۾...“
”مسٽر ذوالفقار، ائين، جيئن مان هن نمبر سيون جو ڪيتري
وقت کان انتظار ڪري رهي آهيان.“ هن کلندي پنهنجي ڪارڊ
۾ رهيل نمبر سيون تي آڱر رکي جو ڇڙو ڪٽجڻ کان رهجي
ويو هو.
هو پنهنجي پيار جو مذاق سهي نہ سگهيو، هن جون اکيون

آليون ٿي پيون. مان توکي ٻالهون ٿو ٻڌان ٻارس، تون ميريس ٿي، هيءُ منهنجي زندگي ۽ موت جو معاملو آهي."

"اوهان ۽ پيار؟" هوءَ طنز سان چوڻ لڳي، "اوهان جا پيار مان ڄاڻو، اهي اوهان جا ڳوڙها، اهي اوهان جو ٻالهون ٻڌي پيار جو يقين ڏيارڻ، سڀ 'ٻوڪي' آهي." انهن چئي ٻارس اتان اٿي وڃي ٻري رضيءَ سلطان علي سان ويٺي. هو اکين جي ڪنڊن ۾ آيل ڳوڙهن کي ضبط ڪري اٿي. ٻاهر وڃڻ لڳو ته شاهده برني ٻري کان ٽڪري ڏانهن آئي ۽ کيس چوڻ لڳي، "مونکي لفٽ ڏيندين زلفي.

"نه مونکي ٻئي پاسي وڃڻو آهي." هو کيس رکو جواب ڏئي اچي ڪار ۾ ويٺو.

ان بعد هن ڪلب وڃڻ صفا بند ڪري ڇڏيو. سمورو وقت پنهنجي گهر ۾ اڪيلو ويٺو هوندو هو. سندس سنگتي ساٿي فون ڪندا هئا ته کين بزي هجڻ جو بهانو ڪري ٽاري ڇڏيندو هو. ٻر ڪيترا ڏينهن؟ هڪ ڏينهن سندس دوست اچي وٽس ڪڙڪيا، کيس عجيب حالت ۾ ڏسي حيرت ۾ پئجي ويا.

"ڇا حال آ ڊان زوان."

"ٺيڪ آهيان." هن ڦڪي ڪل ڪلندي چيو.

"ٺيڪ وري ڪٿي آن، ڀه پيلي پيلي سي رنگت..." ڊاڪٽر سليم چوڻ لڳو.

"ڪجهه نه ٿي ڪولهي" هن کين يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي.

"پوءِ هيءَ حالت ڇو؟" پروفيسر جيلاني هن جي وڌيل شيو ۽ ميرن ڪپڙن ڏانهن ڏسي چوڻ لڳو.

"در اصل مونکي ٻن ٽن ڏينهن کان بخار هو . انهن جو انهن هنڌ ۾ پيو هوس."

ٻيا سڀ اٿي ويا ته سليم هن کان سموري ڳالهه آهستي آهستي ڪيڏي ورتي ۽ چوڻ لڳو، "مان هن سان صفن صفا ڳالهايان؟"

”جيئن وڏيئي ٿيئن ڪر، پر مان مرانءِ ٿو.“
پر پئي ڏينهن هو آيو ته اوياريون لهواريون ڳالهيون ڪرڻ لڳو.
”يار هوءِ ته فلرٽ آهي. توکي نظرثاني ڪرڻي پوندي.“
هن سليم جي ان ڳالهه جو ڪو جواب نه ڏنو وري ڪانئس پڇيائين، ”تو ماڻس ڳالهايو؟“
”ها، پر سندس چپ ۾ ئي ڳالهه ڪانه وئي.“
”ڇا چيائين؟“
”ڇا چوندي، چيائين ته ڪو ڪلڻ ڳالهائڻ کي غلطي ۾ پيار سمجهي ته اها ٿوت مٿس ته ڪانه پئي. مطلب ته هن صاف جواب ڏنو.“ سليم مجبور ٿي کولي ٻڌايو.
”هوءِ سچ ته چئي ٿي سليم،“ هو هوريان چوڻ لڳو، ”مان شاهده برلي کي به اهوئي جواب ڏنو هو.“

هڪ آچر جي صبوح جو ڪيس ڊاڪٽر سليم فون ڪيو ۽ چيو،
”ريس تي هلندين؟“
”نه يار مان ڪون هلندس.“ هن لنائيندي چيو.
”اڙي سچي سنگت ٿي هلي.“
”چڱو.“
”ته جلدي تيار ٿي، اسان تو ڏي اچون ٿا؟“
”ڪجهه پئسا ڪٿان ڇا؟“
”پلي جي شوق هجيئي.“
ريس ڪورس تي هر عمر جي مردن ۽ زالن جو هجوم هو. هتي ۾ فلاسڪ، ڪجهي ۾ بائنيڪيولرس — زور شور سان ڳالهائڻ ۽ بحث مباحثا. هر ڪنهن کي سيڪوڻ مان چئوڻ ۽ انون جي لالچ، ان گوڙ کي رهندو وڌائڻ وارن هاڪرس جون رڙيون ۽ هوڪا، ”لڪي پورس، لڪي سڪندر، لڪي رستم.“ سليم ڪانئس پڇيو.

"ڪهڙي گهوڙي تي شرط رکندين؟"
"جنهن تي چوين؟"
"تو اچوڪي اخبار ۾ ريس جو صفحو ڪونہ پڙهيو آ ڇا؟"
"اون هون." هن ننهڪر ڪئي.
"تہ پهرين پڙهہ، هن ۾ ڪجهہ ٽپ بہ ڏنل آهن."
هن سليم کان اخبار ورتي ان ڏينهن ڊڪندڙ گهوڙن جا نالا پڙهيا. هڪ نالو پڙهندي ئي هن اخبار سليم کي واپس ڏني ۽ چيو،
"مان چوٿون نمبر گهوڙي پسند ڪئي آهي."
"نالو ٻڌاءِ." سليم اخبار ڏسندي چيو.
"پارس."
سليم هڪدم چرڪ ڀري ڏانهس نهاريو ۽ سامهون بيٺل گهوڙن مان چوٿين نمبر گهوڙيءَ ڏانهن ڏسندي چيائين. "تون هاڻي چئو ٿيندين. تڪي جي گهوڙيءَ تي شرط رکندين، جو ان جو نالو پارس آهي."
"توکي گهوڙن جي ڪهڙي خبر، اسان ان معاملي ۾ بنيادي آهيون. اڄ بہ اسان وٽ پنجاهہ گهوڙا آهن طبيلي ۾،" هن سليم کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.
"اڙي اِها گهوڙي اڄ تہ ڪانہ ٿي ڊڪي جو ان جي قابليت لڪل هجي. اهڙيون مرزيل گهوڙيون ڪيئن ريس کٽنديون."
"مولڪي اهائي وڻي ٿي."
"چگو گهٽا پئسا تو رکين."
"جيترا کيسي ۾ هوندا."
"ڪيترا پئسا آهن تنهنجي کيسي ۾."
"پنج هزار."
سليم خار ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ پرتي بيٺل پروفيسر جيلاني ۽ ڪئپٽن مسعود کي سڏي چيائين، "هي، هن سنڌ جي مجنون جي ڳالهہ ٻڌو؟"

”ڇو چاهي؟“ هو پڇڻ لڳا،
”هي خانصاحب، هن چوٿين نمبر گهوڙي تي پنج هزار ٿو شرط رکي، جو ان جو نالو پارس آهي.“
”ڪمال ٿو ڪرين!“ هو ڪيس چوڻ لڳا.
”توهان کي ڇو ٿو سور ٿئي، پئسا توهان جا آهن ڪن منهنجا؟“
هن کي خار اچي وئي ۽ هڪدم ونڊو تي پئسا ڏئي ڪوپن وٺي آيو.
جڏهن گهوڙا اسٽارٽنگ پوائنٽ تي بيٺا هئا، جڏهن ريفري ٺڪاءُ ڪيڏي ريس شروع ڪئي هئي، جڏهن هرڪو پنهنجي گهوڙي ڏانهن ڏسندي رڙيون ڪري رهيو هو، تڏهن هو سرندو ٻاهر پارڪنگ لاٽ وٽ اچي پهتو هو. هن کي ڇڙ ڪا دلچسپي ڪانہ هئي. ڇڙ هو ائين ئي آيو هو. هن هٿ ۾ مروٽيل ڪوپن هيٺ اڇلي گاڏي اسٽارٽ ڪئي ۽ پارڪنگ لاٽ مان ڪيڏي گهر هليو آيو.

ريس ڪورس تان موٽڻ بعد، هو هيڏانهن هوڏانهن رلي شام جو گهر موٽيو هو تہ سندس زبان خشڪيءَ ۾ تارون مان چنبڙي پيئي هئي. هو دروازا ٻيڪڙي پنهنجي اسات ختم ڪرڻ لڳو. جيئن اونده پيئي ٿيندي وئي تيئن هن جي اڄ وڏندي پئي وئي. اوچتو اوچتو ڪنهن جي ’ڪورٽ شو‘ جي ڪٽ ڪٽ هن جا ڪيپ ڪڙا ڪري ڇڏيا. هن اکيون ڦوٽاري ڏٺو تہ ڪو ٿورو پريرو بيٺو هو.
”ڪير آن تون...“ هن رڙ ڪري اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندس ڄنگهن ۾ ڪو ست ڪونہ هو.
آونده ۾ بيٺل پاڇولي ڪو جواب نہ ڏنو.
”مان تو چوان ڪير آ تون؟“ هن رهندو ڏاڍيان رڙ ڪري چيو.
”رڙيون نہ ڪر.“ ڪنهن ڏڪندڙ آواز ۾ چيو ۽ ڪورٽ شو جي ڪٽ ڪٽ سندس ويجهو اچي پهتي، ”مان...مان پارس آهيان.“

هنجي دل کي ڇڻ کنهن زور سان مٺ ۾ جهلي قابو ڪيو. هنجو ساهه اڊڙڻ لڳو. هن کو جواب نه ڏنو. پارس وڏي اچي سندس سيني ۾ منهن لڪايو.

”زلفي مان تنهنجي آهيان، هميشه لاءِ تنهنجي آهيان.“

هوءَ جواب ٻڌڻ لاءِ تورو چپ ٿي ويئي، هن کو جواب نه ڏيندو ڏسي، پاڪر پائي سڏڪا ڀريندي چيو، تنهنجون ڪوڙ ڳالهيون ٻڌيون هئم. چون پيا ته تنهنجو پيار ڇڙو ٻه ڏينهن هلندو آهي هڪ ڏينهن هڪ سان، ته ٻيءَ ڏينهن ٻيءَ سان. مونکي تومان پڇو ٿيندو هو ته مٿان انهن وانگر مون سا ٻه...؟“

ڳنڪان الائي ڇو وري ٻه اکر نه نڪتو هوءَ وري ڪيس چوڻ لڳي: ”پر اڄ ڪنهن انجام سوچڻ بنا توڏي هلي آئي آهيان. وٺي ته هميشه لاءِ پنهنجو ڪرين، يا وٺيئي ته شاهده برني ۽ صوفيه وانگر... جيئن تنهنجي مرضي.“

پوءِ ان وقت هنجي اکين جا جهرنا وهي پيا ۽ ڪيس، زور سان پاڪر پائي چوڻ لڳو، ”پارس... ڊارلنگ، مان توسان شادي ڪندس. سڀاڻي ئي.“

ڪراچي ڪلب جي رسيپشن هال ۾، جيڪو رنگ برنگي بتين سان جرڪيو پئي، گهوٽ ۽ ڪنوار ويٺا ته ان موقع تي آيل بيگمات، جي پنهنجي ڌين کي لئين ماڊل جون ڪ'ريون ڏيئي سوسائٽي جي وڏي سمنڊ ۾ ڪنديءَ والگر اڇلي ڇڏيندڙيون آهن ۽ پاڻ فشنگ راڊ کي قابو جهلي ويهنديون آهن. گهوٽ کي ڏسي چپ پئي ڇتيا ۽ پنهنجي ڪنوارين ڌين جي بجاءِ ڪنهن ٻيءَ کي ڪنوار جي حيثيت ۾ ڏسي افسوس جا هٿ پئي ملياٿون. بيگم برني اسپورٽنگ اسپرٽ ڏيکاريندي بيگم نياز کي چيو، ”ڪانگريچوليشنس بيگم نياز.“

”ٿئنڪ يو بيگم برني.“ بيگم نياز پنهنجو وڏو وڏو پرس لوڏيندي

چوڻ لڳي، ”پر اهو سچو ڪريڊٽ پارس اٿئي.“
”ها مولڪي خبر آهي.“
”اوهالڪي ته ڪجهه نه ڏيڻو پيو هولدو،“ بيگم برلي رشڪ سان چيو. هنڪي خبر هئي ته تڙ تڪڙ جي شادين ۾ لو مئرجن به ڪجهه نه ڏيڻو پولدو آهي.
”نه بيگم برني، اهو به خدا جو شڪر آهي، نه ته اڄڪلهه اهڙا ڇوڪرا ته لڪن به نه ملن،“ بيگم لياز خوش ٿي گهوٽ ڏانهن نهاريو جو پنهنجي ڪنوار ڏانهن هر هر اکيون ٽمڪائي ڏسي رهيو هو.
”ٻڌون ٿا ته وڏو امير ماڻهو آهي؟“
”ويري رچ بيگم برني. هي افورڊس ٽو بيٽ فائيو ٿائوزنڊس آن آرڊنري ميئر، بڪاز اٽس نيم واز پارس.“
پوءِ جڏهن بيگم لياز ٻين بيگمات سان ڳالهائڻ لڳي، بيگم برني پنهنجي ڌي شاهد برني کي خار ۽ ڏک سان چيو، جا ٻن مهينن کان پنهنجي ’پيريڊ‘ گسڻ تي پريشان هئي، ”پر افسوس ليلي ڊارلنگ، جو تو به اهڙا گڻس ڪونهن.“

هڪ پوياڙيءَ جو جڏهن رئيس شاهنواز خان پنهنجي بنگلي جي ڪشادي اڱڻ ۾ کٽ تي ليٽيو بلگاري حقي مان ڪِڙ ۽ تماڪ جون ٽنڊيون ۽ مٺيون ڦوڪون ڀريندي، ڪمدار ڪاراون کان مڇي ڏينهن جي ڪارگذارين بابت پڇا ڳاڇا ڪري رهيو هو، تڏهن منشي احمد علي، جو تازو ذوالفقار علي خان ڏانهن هڪ وڏي رقم چيلهه مان ٻڌي ويو هو سو سهڪندو اچي واپس وريو. هن رئيس کي پيرن تي هٿ رکي، جيڪا سندس ڪن ۾ ڦوڪ ڏني، تنهن پنيورکي ٻاهه ڏئي ڇڏي. رئيس جا وارئي ڪڙا ٿي ويا. سندس گهاٽيون ڄاڙيون ڀروون پنهنجي جاءِ بدلائي هيٺ مٿي ٿي ويون. حقي جو نڙ چپن مان ملڻ جي انتظار ۾ ڪا مهل سندس آڱرين ۾ ڦرندو رهيو. گهڙي گهڙي مهل ڪانپوءِ رئيس هڪ ٻي دلي ڦوڪ ڀري ۽ نڙ کي ناري ڏانهن اڇلي اٿي کڙو ٿيو ۽ چڱيءَ طرح بوٽ پائڻ کانسواءِ بوٽ کي گهليندو، حاويلي ڏانهن ڀڳو. اندر گهرواريءَ کي ڏسڻ شرط ئي ڀري کان ڇيائين: هي ٻڌءِ زائفان."

"ڇو خير ته آهي." وڏيري جيڪا تازو ننڊ مان اٿي هئي، تنهن پورو مارو گوش ڏيندي چيو. هوءَ روز ئي اهڙيون ڳالهيون ٻڌندي هئي. ڪنهن نه ڪنهن ڪڙميءَ جي ڪنواري ڌيءَ جو ڀڄڻ، ڪو خون ڌاڙو، مڙئي اهڙي قسم جون ڳالهيون هولديون هيون رئيس کي ٻڌائڻ لاءِ.

"خير وري کهڙو، ڇوري ڪاڪ ڪاري ڪري ڇڏي."

وڏيري پٽ جو ذڪر ٻڌي سمجهي وئي ته رئيس جو اچوکو اچڻ خيري ڪونه هو ۽ ڳالهه اهميت واري هئي. ان ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڏسي رئيس کان پڇيائين، "ڇو ڇا ڪيو اٿئين؟"

"ڪراچيءَ ۾ منهنجي مان نڪاح پڙهيو اٿئين."

”هيءَ مٿيس.“ وڏيريءَ زور سان گوڏن تي ٻئي هٿ هنيا.
هونئن ته وڏيري پٽ جي شادي جو ڏاڍي خوش ٿئي ها، جو هوءَ سالن کان ان انتظار ۾ هئي، ته سندس پنهنجي پيدائش کنهن ٻئي پيدائش جي قابل ٿئي. پر هتي ته معاملو ئي ابتو هو. هڪ ته پاڻس جي ڏيءَ سندس پٽ جي منگ هئي ۽ ٻيو، مندبمون هن کي پاڻءَ ئي ڪونه ڀوانديون هيون. ڪيترا دفعا جڏهن رئيس صاحبلوڪن ۽ مندبمن کي شڪار جون دعوتون ڏنيون هيون، تڏهن هن ماڙي تي چڙهي جافرين وارين درين مان مندبمن کي اوطاق ۾ ٽلندو گهمندو ڏسي عجب ۾ پئجي وئي هئي. سندس ننڍيون ننڍيون قميصون، سوڙهيون پتلونون، مٿن تي رنگ برنگي ٽوپيون ۽ انهن جي هيٺان ڪڙين تي پهچڻ وارن، ڊگهن وارن بدران چوڪراڻا وار ۽ مردن سان گهمڻ گهتڻ ۽ کلڻ ڳالهائڻ، کيس پسند ڪونه آيو هو. هڪ وار رئيس ٻن مندبمن کي اندر حاويلي ۾ وٺي آيو هو ته هن مس مس وجي کين منهن ڏيکاريو هو. هنکي اهڙو شرم پئي آيو جو چڻ هو هن جهڙيون زالئون ڪونه هيون پر ڪنهن مخالف جنس مان هيون. اهڙيءَ ننهن جو خيال ايندي ئي هن کي باهه وٺي وئي پر هن فقط ايترو ئي چيو، ”نه نه، اها ڳالهه ڪوڙي هوندي.“
”ڪوڙي وري ڪيئن، منشي پاڻ ڏسي آيو، ويو هو نه کيس پئسا ڏيڻ؟“ رئيس ڏاڍيان ڪڙڪي سان چيو.
وڏيريءَ کي اها ڳالهه ته سورهن آنا دل ۾ چڀي وئي، جو برابر منشي پئسا کڻي ويو هو. پر تڏهن به نڪاح واري ڳالهه تي اعتبار ڪرڻ لاءِ، اجا گهڻي ڳالهه کهربي هئي. سندس خالدان ۾ ڪير متو جتو هو ۽ مڙسس شاهنواز خان، سهرس قيصر خان ۽ انجي پيءُ سنجر خان جون ڳالهيون ڪنهن کان ڳجهيون هيون. ماٽيون ته برابر سوٽيون ۽ ماماتيون ئي هيائون، پر شادي کان اڳ ۽ پوءِ ڇا نه ڪيو هئائون؟ ذوالفقار علي به سندن ئي اولاد

هو. جاءِ هميشه پيڙهه تي ٿي ويندي آهي. موڪلن ۾ ڳوٺ هوندو
هو ته حاويلي ۾ ڪم ڪار ڪندڙ جوان ڀانهين سان ڪيچل ڪا
ڪائنس ڳجهي ڪانه هوندي هئي. اها اڻ ٽيڙي ڳالهه ڪانه
هئي جو هو شهر ۾، نڪاح پڙهڻ ڪانسواءِ ٿي، شادي وارا مزا
وٺي سگهي. منشي برابر اکين ڏسي آيو هو پر اکين ڏٺي
ڳالهه تي به ويچار ڪرڻ لازمي هو. انڪري وڏيريءَ رئي جو
پلؤ مٿي تي ناهيندي اکيون هيٺ ڪري چيو، "نڪاح ڪونه
ڪيو هوندائين، ائين مڙئي..." زالفان ماڻهو وڏيڪ چا پئي
چئي سگهي.
رئيس به وڏيريءَ جي 'مڙئي' کي سمجهي ويو سو ڪند لوڏي
چوڻ لڳو، "ائين پيئن ڪانه آهي. خود پاڻ منشي سان سچي
ڳالهه مچي ڪيس ايلاز ڪيائين ته مونکي اها ڳالهه ڪونه ٻڌائي
پر منهنجو منشي، مونکان اهڙيون خون جهڙيون ڳالهيون لڪائيندو؟"
رئيس ٿهه پهه وڏيريءَ جي ٿوري گهٽي شڪ کي دور ڪندي
چيو ۽ پوءِ ڏانهس ائين تڪڻ لڳو جڻ ڪيس چوندو هجي،
'ائين پئين هجي ها ته ڪا ايڏي فڪر جي ڳالهه هئي؟'
وڏيري ڳالهه تي اعتبار ڪري سن ۾ پئجي وئي. ويچاريءَ کي
پاءُ ۽ پاجائي جا مهڻا ياد اچڻ لڳا. هوءَ پريشان ٿي وئي ۽
مڙس ڏانهن ڪند ڪٽي پڇيائين، "پوءِ؟"
"پوءِ چا، بس ائين سمجهه ته ذوالفقار جائو ٿي ڪونه هو."

ٻاهر نوڪر چاڪر منشي احمد علي کي جهار وانگر وٺي ويا هئا.
هرڪو ان راز جي معنيٰ ڳولڻ لاءِ بي چين هو، جنهن رئيس
کي ڪچهري مان اٿي گهر پهچڻ تي مجبور ڪيو هو. پر منشي
احمد علي ڪنهن کي ترين تيل لائڻ نه پئي ڏنو. هر ڪنهن
کي پئي جواب ڏنائين، "ٻڌائڻ جو امر ڪونهي، رئيس ڪانه
پاڻ پڇجو."

ڪمدار بيگ محمد، جنهن ڪان رئيس تر جيتري ڳالهہ بہ ڪانہ رڪندو هو، تنهڪي منشي جي ٽيڳر تي ڏاڍي خار پئي آئي ۽ هن مهٽو ڏيندي ڪيس چيو، "چڱو منشي تون نہ ٻڌاءِ، باقي رئيس اڄڻ سان ڳالهہ ڪندو."
ان ئي ڳالهين ۾ هئا جو رئيس موٽي آيو ۽ ٻاهر اڱڻ ۾ ويهڻ بدران اندر ڪوٺيءَ ۾ وڃي ويٺو. منشي ۽ ڪمدار بيگ محمد بہ سندس ڪيڏ لڳا ويا. ڪٽ تي ويهندي ئي رئيس ڪمدار ڏانهن نهاريندي چيو، "چڱو ٽيو ڪمدار، تون آئين، منشي جو احوال ٻڌءِ؟"
"نہ سائين،" ڪمدار منشي ڏانهن وڏائي سان ڏسندي چيو جڻ ڪيس چوندو هجي، 'ڏٺئي تو اجايو پئي پنهنجو مان وڃايو.'
"چڱو منشي، تون پيرانتو احوال ٻڌاءِ،" رئيس منشي کي چيو.
منشي دستور موجب منڍ ڪان احوال شروع ڪيو تہ ڪيئن هن سڄي رات گاڏيءَ ۾ اک بہ ڪانہ ٻوٽي هئي متان ڪو ٻشئي چيلهہ سان ٻڌل رقم چوڙي ڪيس ٺلهو نہ ڪري وڃي. ڪيئن صبح جو هو ننڍي رئيس جي بنگلي تي پهتو هو، تہ ڪيس اڪيلو ڏسڻ بجاءِ هڪ منڊم صاحب کي بہ ڏٺو هئائين، جنهنجي هٿن تان اجان ميندي‌ءَ جو رنگ بہ ڪونہ لٿو هو. ڪيئن سندس پهچڻ تي ننڍي رئيس جو منهن وَن وَن ڪري ويو هو ۽ ڪيس ايلاز ڪيا هئائين تہ اها ڳالها ڪنهن کي نہ ٻڌائي. ايتري ڳالهہ ٻڌائي منشي احمد علي، ڪمدار ڏانهن داد طلب نگاهن سان ڏسندي چيو، "ادا ڪمدار، ڏس نہ هيءَ ڳالهہ ڳنڌڙي جو تنگ تہ ڪانہ هئي جو ليڙو ڏيانس تہ ٻند ٽي وڃي، هتي تہ ٻنپ قاتل هو سو مان ڪيئن پئي لڪايو."
ڪمدار بيگ محمد، جنهن ننڍي رئيس کي ڪلهن تي گهمايو هو ۽ جيڪو ننڍي رئيس کي ڏاڍو پيائيندو هو، تنهنکي منشي جي ان تڪڙي ڳالهہ تي ڏاڍي خار آئي. هنکي جي اها ڳالهہ ڪن پئي ها تہ شايد ان تي ڪک بہ رکي ها، پر رئيس جي

سامهون هو منشي کي چا پئي چئي سگهيو؟ هن فقط ايترو ئي چيو، ”ها ادا منشي، بابي سان کهڙا کوڙ.“

رئيس جنهن کي اهي ڏکيون ڳالهيون نه پئي وڻيون، تنهن منشي کان پڇيو، ”تو ذوالفقار کي اهو ڪوله چيو ته مونکي اها ڳالهه ڪانه وڻندي.“

”سائين مان چا چوانس، پاڻ کي نه پئي سجهيس؟“ منشي جواب ڏنو.

رئيس مات ڪري سوچ ۾ پئجي ويو. ٿوري دير ڪانپوءِ ڪمدار بيگ محمد منشيءَ کي چيو: حقيقت ۾ هن اها ڳالهه رئيس جي ڪن تي هڻڻ پئي گهري. ”ادا منشي، ننڍو رئيس به سياڻو آهي، جي هٿ هنيو هوندائين ته ڏسي وائيسي ڪنهن خاندان گهراڻي ۾.“ ائين چئي ڪمدار رئيس ڏانهن نهاريو جنهنکي اهو گفتو نه وڻيو. نرڙ تي گهنج وجهي هن رهڙ ڏيندي ڪمدار کي چيو، ”ڪهڙا خانداني آهن وڏن شهرن وارا ڪمدار. تون هرو ڀرو ذوالفقار جي پير وٺندو آهين. هاڻي تنهنجي خيرخواهي اها آهي جو تون صلاح ڏو ڏئين ته ڪيس ان ڳالهه تي ڪجهه به نه چئجي.“

”سائين ڀلا هاڻي هٿن وڍي ڳالهه، چا ڪري سگهبو؟“

”اڙي ته تنهنجي مرضي آهي ته ان ڇوڪريءَ کي گهر ۾ آڻيان، جنهنکي چادري ته چا پر رئو ٻوتي به مٿي تي ڪوڻهي،“ رئيس جون اکيون ٽانڊاڻي والگر آلا ڇڏڻ لڳيون.

ڪمدار دب ڪائي مات تي ويو. رمز سهي ڪري ويو ته جي هو وڏيڪ هڪ اکر به ننڍي رئيس جي پير ڳالهائيندو ته پوءِ عزت جو خير ڪونهي. هوئن به هي معاملو وڏيڪ ڳالهائڻ ڪان چڙهي ويو هو. هو رئيس کي اها ته صلاح ڪونه ڏئي ها ته ان حويلي ۾، جتي لر پکي جو به حڪم ڪونه هو، هڪ اهڙي ڇوڪريءَ کي آڻي جا منهن اگهاڙي هئي، هو چپ ڪيو ويٺو رهيو. جهٽ پلڪ ڪانپوءِ رئيس ٽڏو ٿيو ته وري به پاڻ اهو

گفتو ڪيائين، ”ڪمدار هاڻي صلاح ڪر تہ ڇا ڪيون. رستم خان
جو پنهنجي ڌيءُ کي ڳار ڏني آهي، انجو ڇا ٿيندو؟“
ڪمدار رئيس جي سوال پڇڻ سان ئي سهي ڪري ويو تہ رئيس کي
'ڳار' جو تہ فڪر ڪونہ هو، پر ڳڻتي ان ملڪيت جي بہ هئي
جنهن جي وارث رستم خان جي نياڻي هئي ۽ جنهن ڪري ئي
هن پنهنجي پٽ جو مڱڻو، گهر ۾ پاڻتيءَ هوندي بہ، رستم خان
جي نياڻي سان ڪيو هو. ڪمدار رئيس جي ڳڻتي لاهڻ لاءِ چيو،
”سائين، ان جو فڪر نہ ڪريو. اها ٿوري ڇڏيندو.“
پر رئيس کي ان جڙڪي عقل تي ڏاڍي خار آئي. هن ڪرڙيون
اکيون ڪڍي ڪمدار کي چيو، ”اڙي ڪيئن ڪري سگهندو بي
شادي، اها پڙهيل ڳڙهيل ڪيس صحي ڏيندي؟ وجهائينهي سيني
کي ڪاٺ ۾.“
ڪمدار بيگ محمد جواب ٻڌي چپ ڪري ويو. رئيس جي ڳالهہ
پوري هئي. حڪومت بي شادي تي بندش وڌي هئي. ڪمدار
ويچاري جڙڪي عقل موجب هڪ صلاح ڏيئي ڦهڪائي هئي
۽ جا ٿاب نہ پئي هئي. زمينن جي ڪس پڪائي، فصلن جون
ڪٿون، ڪاٽڪاٽا فيصلا هجن ها تہ هو اهڙي صلاح ڏئي ها
جيئن منڍي تي ٽڪ، پر هتي تہ معاملو ڪائنس چڙهيل هو. هو
عقل جون دوڙون هلائي هلائي ٿڪو هو، سو ماٺ ڪري رئيس
ڏانهن ائين تڪڻ لڳو جيئن ڪيس چوندو هجي، 'سائين، اسان
جون جڙڪيون صلاحون ڪهڙيون پهنديون. تون ئي پنهنجي وڏي
مغز کان ڪم وٺي ڪا سهڻي صلاح ڪيد.'
رئيس جيڪو ڊيڪو سوچ ۾ پئجي ويو هو، سو منشي ۽ ڪمدار
کي ماٺ ۾ ڏسي سمجهي ويو تہ هو سندس فيصلي جي انتظار
۾ هئا. هن بنا دير جي ڪمدار کي چيو، ڪمدار، تون ذوالفقار ڏي
وڃ ۽ ڪيس چئو تہ شرا جا ٽي پتر ڏئي هڪدم هيڏي هليو اچي.
بي صورت ۾ اسان ائين سمجهنداسين تہ هو اسان لاءِ مري ويو.“

پن تن ڏينهن ڪانپوءِ ڪمدار بيگ محمد واپس آيو، ته حوالن وٽڻ ڪان اڳ ئي سندس منهن جي رونق مان ظاهر هو ته ڪيس ڪهڙو جواب پلؤ پيو هو. هن اشراف به بنا لڪ لڪاءَ جي مختصر لفظن ۾ ڪولي ٻڌايو، ”سائين لنيلي رئيس جواب ڏنو ته ونين تان سر جون سئون ڏبيون آهن، ڪين چڏي له ڏبو آهي. وڌيڪ هن خط ۾ لکيو اٿو.“ ائين چئي ڪمدار صدري جي اندرين ڪيسي مان لفافو ڪيڍي رئيس کي ڏنو، جنهن ۾ لکيل هو! ’بعد پيرن چمڻ جي عرض ته ڪمدار اوهانجو ليا پو ڏنو. جيڪڏهن اوهان حڪم ڏيو ها ته پاڻکي ماري چڏيان، ته اها منهنجي لاءِ ڏکي ڳالهه ڪانه هئي. پارس منهنجي حياتي، آهي ان ڪانسواءِ جيئڻ منهنجي وس ڪان پاهر آهي. زياده حد ادب،

اوهانجي خاڪپاءِ

ذالفقار

رئيس خط پڙهي خار ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ خط کي چيهاڙيون ڪري اچلي چڏيائين. ٿوري دير ڪانپوءِ الدر حاويلي ڏانهن ويو ته گهر واري کي چيائين، ”ٻڌءِ ذوالفقار جو جواب؟“

”چا ٿو چئي؟“

”چئي ٿو ته پارس کي ڪونه چڏيندس، جيستائين سري ۾ ساهه آهي.“

”پارس چا؟“ وڏيري نه سمجهي سگهي.

”پارس آهي ننهٽين جو نالو.“

وڏيري ننهن جو نالو ٻڌي عجب ۾ پئجي وئي. سندن خاندان ۾ ته پهريون سنڌي سليمي نالا هئا هدايت خاتون، فاطمه، حاجران، ۽ جنت. اهي نالا هئا جي گذاري ويل وڏڙين، ڪراڙين، لانين ماسين جا ڦيرائي آسيس طور چمنڊڙ چوڪرين تي رکيا هئا. ان ڪانپوءِ ٿوري ترقي ٿي هئي ته پارسيءَ جي ڪتابن مان نالا رکيا هئا. مثال طور: زبيده، زينب النساء. پر ههڙو نالو نه هنن ڪڏهن ٻڌو هو ۽ نه رکيو هو. وڏيريءَ کي ڪ پئجي وئي

تہ سندس پٽ ڪنھن واڍياڻي سان نڪاح ڪيو آهي. انڪري هن گهبرائجي رئيس کان پڇيو، ”مارئي، ڪنھن واڍياڻي سان شادي ڪئي آهي ڇا؟“

رئيس کي تہ پارس جي معنيٰ جي خبر هئي، جو هن ٻڌو هو تہ پارس پاهڻ ڏورانهن جبلن ۾ ڪن ڀاڳ وارن کي ملندو آهي، جنهن جو تاثير اهڙو ٿيندو آهي. جو ڪنھن لوهہ کي گسائجي تہ اهو بہ سون ٿي پوي. هو ڪٽڪ جي کوٽڻ ۾ آيل ڪونجن کي ماريندو هو تہ انهنجون گجيون پاڻ کولي ڪ هڪ ٻتر جي ذري کي آزمائيندو هو، جو هن ٻڌو هو تہ فلاڻي ڪن فلاڻي زميندار کي ڪونج جي گجيءَ مان پارس هٿ آيو هو. رئيس کي پارس نالي ٻڌڻ سان ڪو گهڻو عجب ڪونہ لڳو هو جو، هن ان کان بہ آور نالا ٻڌا هئا، پر جيئن تہ هنکي ذالفقار تي ڏاڍي ڪاوڙ هئي انڪري هن وڏيريءَ کي بہ رهندو برغلائڻ ٿي گهريو. هن فقط ايترو جواب ڏنو، ”پيو نہ تہ پنج وقت نمازڻ سان شادي ڪئي اٿئين؟“

وڏيريءَ اهو جواب ٻڌي سوچ ۾ ٻڏجي وئي. منٽ کن کان پوءِ پڇيائين، ”هاڻي ڇا ٿيندو؟“

”ٿيندو وري ڇا، مان سيان ٿي وڃي ٿو سڄي ملڪيت انور علي نالي داخل ڪريان. باقي رهيو رستم خان، ان ڏي تون ۽ مان گڏجي ۾ ڪپڙو پائي هلي معافي وٺنداسون. رئيس نہ پهہ جواب ڏنو.

وڏيريءَ جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي. انور علي بہ برابر سندس پيٽ ڄائو هو، پر تنهن هوندي بہ ذالفقار علي سندس پهريٺي پٽ، ڪٿي جاءِ ٿي پيري سگهيو. برابر ٿي سندس اکين جو نور هئا، جي ذوالفقار سڄي اک تہ انور ڪبي اک ۽ جي انور سڄي اک تہ ذوالفقار ڪبي اک، پر ڪو پنهنجي هڪ اک کيائي ڪونہ ڇڏيندو آهي. هڪ اک جي سونهن ٻئي اک سان ٿي آهي. وڏيريءَ جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا ۽ روئڻهارڪو

تي چيو، "خدا خدا ڪر، انين ڪيئن ڪندين."
رئيس جنهنڪي پنهنجي پٽ تي ڏاڍي خار هئي، تنهن گهر واري
کي رهڙ ڏئي جواب ڏنو،"خدا جو قسم، هتي هجي ها ته ڳولي
هٿانس ها. مان اها ڳالهه ڪيئن سهندم ته ابن ڏاڏن جي گڏ
ملڪيت ۾ سياڻي منڍم جو پٽ حصيدار ٿئي. اهو به الائي ڪنهنجو،
ڪو سچو ڏينهن ذوالفقار، زال تي ڀهرو ڏيندو؟"
وڏيريءَ ان وقت ته ڪجهه ڪونه ڪڇيو، پر رئيس سمهي رهيو
ته هڪ پانهيءَ کي گهرائي سمجهايائين ته وڃي ڪمدار بيگ محمد
کي چئي ته جي سچي عمر جو نيمڪ هڪ گهڙيءَ ۾ ملهائڻو
هجيس، ته ڪيئن به ڪري رئيس کي ان انڌ جي گهوڙي تان
لاهي. ٻئي ڏينهن صبوح جو رئيس پنهنجي ڪاغذن جون دستيون
ڪڍائي، تعلقي ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿي ٻاهر نڪتو ته ڪمدار
بيگ محمد کيس جيپ ۾ وهڻ وقت هٿ ٻڌي چيو،"سائين جوالي
۾ گهوڙا ۽ پٽ ارڏا ٿي سولهندا آهن. گهوڙن جي ارڏائي وڃائي
راهه تي آڻڻ سوارن جو ڪم آهي ۽ پٽ کي ڳرانڙي پائي ٿڌي
سيني سان سمجهائڻ پيءُ جو ڪم آهي."
"ڪهڙو مطلب آ تنهنجو!" رئيس منهن ۾ گهنڊ وجهي چيو.
"قربان ٿيان، منهنجو مطلب آهي ته هڪوار پاڻ هلي کيس ٿڌي
سيني سمجهايوس، جي نه سمجهي ته پوءِ هوءَ گوءِ، هو ميدان.
ڪاتو به پڪو نٿو وڃي پوءِ به ڦيرائي سگهبو."
رئيس جيستائين سوچي جواب ڏي، تيستائين ڪمدار ٽپ ڏئي جيپ
جي پوئين سيٽ تي ويهي رهيو ۽ رڙ ڪري منشي کي چيائين،
"منشي، هي ڪاغذن جون دستيون هٿيڪيون ڪري اندر موڪل.
رئيس ۽ مان نندي رئيس ڏي هڪ هڪاٽي لاءِ ٿا وڃون."

رئيس شاهنواز 'هارس ڪوٽ' جي ڪمپائونڊ اندر قدم رکيو ته
سندس مٿو ٿي چرخ ٿي ويو. حالانڪ هن اها جاءِ اونهاري جي

سک لاءِ پاڻ خريد ڪئي هئي، پر هينئر اندر نئين ڊزائن جي رڱيل گل ٻوٽن، وڏي لان، ڪوٺي جي نئين رنگ روغن ۽ انجي مٿان ڪارن اکرن ۾ لکيل نالي 'پارس' سڄو نقشو ئي بدلائي ڇڏيو هو. ڪمدار بيگ محمد جو ھي سڀ ڪجهه اکين ڏٺي ويو هو، تنهن رئيس کي ٿاڻ لاءِ چيو، "سائين، جاءِ هميشه وسُون گهرندي آهي. هينئر ڏسو، ڪيڏا نه قمقما ٿي ويا آهن."
رئيس کي دل ۾ ته اهي قمقا ڏاڍا وڻيا، پر ڪمدار کي ڪو جواب نه ڏنائين. انٽرنس گيٽ تي پهچي هن بٽڻ دٻايو ۽ جنهن دروازو کوليو سو ذوالفقار ئي هو. ٻيءُ جي رعبدار چهري ۽ ٽالڊائن جهڙين اکين کي ڏسي هنجا ٽاڪ نڪري ويا، پر پاڻ سنڀالي پيرن تي هٿ رکي سندس آجيان ڪيئي ۽ اچي ڊرائنگ روم ۾ ويهاريو. رئيس پٽ تي ٽنگيل وڏين وڏين تصويرن ۽ فرش تي وڇايل غاليچن کي ڏسندي ذوالفقار کي چيو، "ذوالفقار، مان تنهنجا هي نت ڏسڻ ڪونه آيو آهيان، پر توسان آخري دفعو ڳالهائڻو اٿم."
ذوالفقار ٻيءُ جي رعبدار منهن ڏانهن نهاري ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيو. هن جواب ڏيڻ چاهيو ٿي پر ڪانئس هڪ اکر به ڪونه اڪليو. وري به رئيس چيو، "جوٺي کي سمجهاءِ ته مون سان ملڻ نه اچي، نه ته ٽڪو ملهه ڪندو سانس. بهتر ته ائين ٿيندو ته ڪيس چئو ته ٻن ٽن ڪلاڪن لاءِ پيڪين هلي وڃي جو مٿان مان تڪو منو ڳالهايان."
ذوالفقار دل جهلي جواب ڏنو، "اوهان بابا بلاشڪ کُلي ڳالهايو، هو صبوح کان پيڪين وئي آهي."
تنهن جي صبوح کان غير حاضري ٻڌي رئيس جي ڀريون دل ته ٿي ته جيڪر پٽ کي چئي، 'پيڪين وئي آهي يا ڀي ڀاسي،' پر پوءِ هن سوچيو ته ننگ ٻولن کي به پيارا آهن، هتي ته سندس اکيان ذوالفقار هو، انکري هن فقط ايترو ئي

چيو، ”ڇڱو ٿيو جو منهنجي اڪين ٺي ڪالهہ ڏني.“
ٿوري دير چپ ٿي وئي. رئس سوچڻ لڳو تہ مطلب واري ڳالهہ ڪي ڪهڙي نموني شروع ڪري ۽ ڪٿان شروع ڪري. پر جڏهن رئيس کي خيال آيو تہ ساٿس ڳالهائڻ وارو سندس پٽ ئي هو جنهن سان ڪنهن تمهيد جي ضرورت ڪانہ هئي تڏهن هنکي جلالي اچي وئي، ”اڙي ڪهڙو فيصلو ڪيو اٿئي.“
”مان ڪهڙو فيصلو ڪري ٿو سگهان بابا.“
”نيٺ ڪجهہ تہ ڀڪ.“
”مان پارس کي ڪونہ ڇڏيندس.“
”پوءِ انجي نتيجي جي خبر اٿئي.“ رئيس خارن مان پڇيو.
”ها، ڪمدار ٻڌايو هو.“
”نہ، توکي پوري خبر ڪانهي. توکي مان ملڪيت مان ٽڪو بہ ڪونہ ڏيندس. هي بنگلو بہ منهنجو آهي؛ اهو بہ خالي ڪرڻو پوندءِ.“ رئيس کولي ٻڌايو.
”جيئن حڪم ڪندو تيئن ڪندس.“
رئيس ڪجهہ چوڻ ۾ هو تہ ايتري ۾ بيري اچي ذوالفقار کي ٻڌايو تہ ڪليڪٽر صاحب ڪيس فون تي سڏي رهيو هو. ڪليڪٽر جو نالو ٻڌلدي ئي رئيس جو تنگ تي تنگ چاڙهيون وينو هو سو ڪڙو ٿي ويهي رهيو. رئيس بنيادي زميندار ۽ وڏيءَ حيثيت وارو هو. ضلع جي مختيارڪارن ۽ ڊپٽين سان سندس يار ويسي هوندي هئي. پر ڪليڪٽر هميشه آڪرا هوندا هئا. ڪلاڪن جا ڪلاڪ انتظار ڪرائي پوءِ باريابي جو حڪم ڏيندا هئا ۽ وري ٻن منٽن ۾ نشائي ڇڏيندا هئا. ٻڳ ٻڌڻ ڪانپوءِ رئيس جو گهڻن ئي ڪليڪٽرن سان واسطو پيو هو. ڪيترن جا نالا بہ ڪيس ياد هئا. هڪڙو ٽانٽن هو پيو سليڊن هو، ٽئين جو نالو هيليفاڪس هو ۽ وري بوٿ هو جنهن کي سڀ پوٽ سڏيندا هئا. پوءِ بہ ٿي ديسي بہ آيا هئا، پر سڀ

جا سبب جڻ هڪ ئي سريگر جي هڪ ئي قالب جا لڪتل هئا. سيني کي اها ئي رکائي اها ئي وڏائي هئي. ڪين ان رکائي ۽ وڏائي ڪرڻ جو سبب بہ هو. ڪنهن زميندار کي منٽن ۾ وڏو زميندار يا فقير بہ ڪري سگهندا هئا. حڪومت سندن لکيو مڃيندي هئي. هر ڪو ڪاڻن ڪنبندو هو. ابتو ڪُهن يا سبتو ڪُهن، سندن ڪني هلال هئي. سندن ڪاتي ڪي مٺيو هو. رئيس وڏو، پٽ کي هڪ اهڙي ڪليڪٽر سان فون تي ڳالهائڻ لاءِ ويندو ڏسي دل ۾ گهڻو خوش ٿيو. هڪ ڪليڪٽر ڪيس روبرو گهرائڻ بدران فون تي پٽي ساڻس ڳالهايو. رئيس سمجهي ويو تہ اهو ڦل فقط انڪري مليو هو جو سندس پٽ اعليٰ تعليم يافتہ هو، جي هو پڙهيل نہ هجي ها تہ هو بہ صاحب سان بہ منٽ ملڻ لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ انتظار ڪري ها ۽ پوءِ مس مس ڪيس باريابي جو حڪم ملي ها.

ذوالفقار علي ڪليڪٽر صاحب سان فون تي ڳالهائي موٽي آيو تہ رئيس ڪانئس پڇيو، ”ڪهڙي ڪليڪٽر جو فون هو،“ رئيس جي پڇڻ جو مطلب هو تہ ناٺو معلوم ڪري وڃي ڳوٺ ۾ هُلائي تہ فلاڻي ڪن فلاڻي ڪليڪٽر سان سندس پٽ جي دوستي آهي. اوسي پاسي جي زميندارن ۾ وڏو اثر پئي ها.

”پارس جي پيءُ جو،“ ذوالفقار جواب ڏئي ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيو. رئيس جي زبان تارون سان چنبڙي وئي. هن جون اکيون ڦوٽارجي ويون. هن غور سان ذوالفقار ڏانهن ڏٺو، جنهن جو سهرو ڪليڪٽر هو ۽ جيڪو سندس اڳيان ڪنڌ جهڪائي هٿ ٻڌيو ادب سان ويٺو هو.

ايتري ۾ رئيس جي پويان ڪنهن زنالي سنهڙي ڪڙي جي ’ڪٽ ڪٽ‘ جو آواز آيو. هن ڪنڌ ورائي ڏٺو تہ هڪ بنا برقعي، بنا پوتي رئي، وارن ڪتيل سهڻي ڇوڪري بيٺي هئي. هن وري ذوالفقار ڏانهن ڏٺو جو اهو مذڪور ڏسي گهبرائجي ويو هو. رئيس شاهنواز

خان سمجهي ويو تہ اها ڇوڪري ٻي ڪانہ پر سندس لنهن پارس هئي. هو تپ ڏئي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ڪيسي مان پنجن سون جا ٻہ لوٽ ڪڍي پارس جي هٿ تي رکيائين جيئن هو پنهنجي ضلع آفيسرن جي ٻارن کي خرچيون ڏيندو هو، ۽ پوءِ پارس جي مٿي کي چمندي چيائين، ”پٽ مولکي هن قصي جي خبر ڪانہ هئي نہ تہ ائين هٿين خالي نہ اچان ها.“

پارس نئين ڪنوار وانگر شرمائي لنهن کي ڏندن سان ڪترڻ لڳي. رئيس وري چيو، ”پٽ بيشڪ تون پارس آهين.“ رئيس مستقبل ڏانهن ڏکهي نظر ڪئي.

پارس ساڙهي جي پلوَ کي الداز سان هر هر ڪلهي تي ٺاهيندي لڏندي لمندي سهري لاءِ چانهہ جو انتظام ڪرڻ وئي تہ رئيس ذوالفقار ڏانهن پيار ۽ محبت سان نهاريندي چيو، ”پٽ، مونکي اڄ ئي ڪليڪٽر صاحب سان ملائجاءِ.“

پوءِ جڏهن رئيس ۽ ڪمدار واپس ڳوٺ لاءِ آسهيا، تڏهن ڪمدار بيگ محمد جنهن اهو سمورو عرصو سرولٽ ڪواٽر ۾ گذاريو هو ۽ جنهن کي ان سڄي قصي جي خبر ڪانہ پئي هئي تنهن رئيس کان پڇيو، ”ڇا ٿيو سائين؟“

پر رئيس ان ڳالهہ جو ڪو جواب نہ ڏئي، رهندو ڪمدار کان پڇيو. ”خبر اٿئي ڪمدار تہ منهنجو سيڻ ڪير آ؟“

”نہ سائين، مونکي ڪهڙي خبر!“

”هتان جو ڪليڪٽر نياز محمد سي ايس پي.“

جيستائين ڪمدار بيگ محمد، سي ايس پي جي لفظ کي سمجهي پوءِ ڪو اظهار ڪري تہ رئيس وري چيو، ”سندس بدلي جو حڪم نڪتو آهي. گهڻو ڪري ٻن ٽن مهينن ۾ پنهنجي ضلعي جي چارج وٺندو.“

جڏهن انسپيڪٽر دريشاڻيءَ ڪي واردات تي لٽي چار پنج ڏينهن
گذري ويا ۽ سندس جاچ مان ڪو ڪڙ تيل ڪونه نڪتو ۽
جڏهن هو پوليسي دستور موجب ايس پي صاحب جي ميسيج
جو بهانو ڪندي منزل پنڌ لڳو، تڏهن پير واري لانڍي ۾ وينل
وڏيرن مان سرائي رازقڏني ڪان بي اختيار دالهن لڪري وئي،
”هاڏوڙي انسپيٽر گونث بشڪ شاهه!“ وڏيرو آچر جيڪو سرائي
جي پير ۾ ويٺو هو سو به جڻ سڙيو پيو هو،”پيهر به چئجانءِ،
سرائي. هي برٽش وارا ڪو پنهنجي رياستن مان پڄي سگهندا.“
”عينٽر ڪٿي آ شاهه صاحب؟“ وڏيري عمر حقو پاڻ ڏانهن
سوريندي پڇيو.
”هاڻي ته خير ’پنسن‘ تي آهي. پر اڄ به لنبو پهڙن تي سندس
ڪنٽول آهي،“رازقڏني جواب ڏنو.

هونءَ ته خيرپور رياست جي پوليس کاتي جا سڀ عملدار
برجستا ۽ همٿ وارا هئا، پر جيئن انسپيڪٽر غونث بخش شاهه
پنهنجو وارو وڄائي ويو، تيئن شل ڪو ٽئي. سنهن ڏوهن جون
ته فريادون به داخل نه ڪيون هيون. انئين چڙو دهمان لاءِ
پنهنجو دفعدار ۽ اردلي منزل ٺهرائڻ لاءِ موڪليا هئا ته چورن
ڪي ڦڦڙي وڻي ويندي هئي. چوطرف چوپول ٿي ويندو هو.
جن ڪي چوريءَ جي جن ڪن به ڪانه هولدي هئي، سي به
پٽڪا ميڙ ڪيو پيا چورن ڪي سٽائيندا هئا، ”اڙي انسپيٽر
گونث بشڪ شاهه ٿو اچي. سڪن مان آلا به ٻري ويندا. اڙي
ڏير پاڇائن مان به ليي پولدا آهن; هيءَ ته ٽڪي جي چوري
آهي، ڪو ڪهندو ڪونه. هي ڪبو هٿ ڏاڙهيءَ تي، تنهنجو
ٿالو به ڪوله ڪٿبو.“

اهڙي طرح فريادي جي هڪدم حق رسي ٿي ويندي هئي ۽ انسپيڪٽر صاحب کي به هيڊ ڪوارٽر ۾ ئي مبارڪ ملي ويندي هئي. فريادي پاڻ پالهون پڌي اچي ڪيس چوندو هو، "بس سائين تنهنجي مهرباني."

ڪيس جاچڻ ڪرڻ جو ڪو ڏانءُ هو. آهي آهي ڏوهه، جيڪي حد جا صوبيدار ۽ انسپيڪٽر وچائي وهندا هئا، ۽ جن جي ١٧٣ به نڪري ويندي هئي سي به شاهه، ان حد تي بدلي ٿي اچڻ بعد، منٿن ۾ لهندو هو. واردات تي لهندو هو ته جملي چورن کي پنهنجي اڳيان قطار ۾ ويهاري زيرن زبرن سان گاريون ڏيندي کين چوندو هو، "اڙي منهنجو نالو پڌو اٿو؟

سڀ ڪنڌ ڌوڻي هائو ڪندا هئا. هو ڪنهن کان ڳجهو هو ڀلا!

"ته هڪدم چوري ڏيو. مان ڪڏهن خالي ڪونه موٽيو آهيان، ۽ نه ڪڏهن رڪاوٽ تي بار وڌو اٿم." هو شهپرن کي وٽيندي چوندو هو، "ڏسو، جي ساڳي چوري نه ملندي ته به اوهانجا مال ماري پيٽي چوٽي چوري پرائيندس. اوهانجي لنگن جي جيڪا بي عزتي ٿيندي سا تنهن کان الڳ. انڪري اشراف ٿيو چوري ڏيو. هاڻي وڃو صبوح جو اچي جواب ڏجو."

صبوح جو چوري سڄي سڄي لاءِ اچي سندس اڳيان حاضر ٿيندي هئي ۽ چور انجام مطابق بنا هرج خرچ، پاڻهي لوڏيندا ويندا هئا. پوءِ ڪٿي بالا عملدارن جو ڪيترو ئي زور پوي، اهي چور چالان نه ڪيا هئا. پر هرو ڀرو ڪو عملدار ٽڻ منڻ ڪندو هو ته ڪيس ڪتو جواب ڏيو هو، ته وڃو جيڪو ٻاسي تنهن کي پلي چالان ڪيو. هڪ ڀيري ڪنهن وڏيري ماڻهو جي چوري ۾ ناظم پاڻ منٿس زور رکيو، "شاهه جوابدار چالان ڪر."

"ڪير چالان ڪيان، سائين؟"

"چوريءَ جا چور — جن چوري ڪئي."

"سائين، ائين سمجهيو ته مان ئي چوري ڪئي هئي."

قدر شناس ناظر سندس اهو جواب ٻڌي مات ڪري ويو هو.
اڳين جڳ جا حاڪم پنهنجن لائق زيردستن جا انگل سهندا هئا.
پر جيڪڏهن ڪنهن چور کي مالي مٿي لڳندي هئي، ۽ ساڻس
ڪونه ٻاسيندو هو، ۽ خدا نه خير ڪري، اها چوري مٿس ڦاٽي
پوندي هئي، ته انجي ڪل نه ڪري ويندي هئي. جيترا ڏينهن
انسپيڪٽر شاهه ان حد تي هوندو هو ته ان چور کي گهر جي
ماني ڪاٺي ڪونه ڏني هئي. جي هڪ ڏوهه مان ڇٽندو هو، ته
جيل جي دروازي کان ٻاهر نڪرندو مس هو ته سندس سوار
وري ان کي ڳهلي اچي ٿاڻي ۾ هڻندا هئا: ۽ ان رات ٿي رسي
۽ رنبي سان ۱۰۹ ۾ چالان ٿي ويندو هو. اها انهن لاءِ ڪتي-
ڪوري هئي. هڪڙي چور ته فتوي وقت ماجسٽريٽ کي هٿ
ٻڌي عرض ڪيو هو، "سائين مان ڏوهه جو قبولدار آهيان: مونکي
ڳپل سزا ڏجو."
"اڙي چو ٿو وڏيڪ سزا گهرين؟" جج مشڪندي پڇيو هو.
"انڪري، سائين، جو هتان ڇٽندس ته انسپيڪٽر شاهه ڪنهن نه
ڪنهن ڏوهه ۾ ناحق چالان ڪندو ۽ اجائي ڪيهه ٿيندي، تنهن
کان جيل ۾ چڱو آهيان."
پر جڏهن ملڪ جو ڦرڪو ڦريو ۽ هڪ نئون ايس-پي بدلي ٿي
آيو، ته سندس ٿلهي بدن کي ڏسي چيائين، "تون پڪ رشوت
ٿو کائين. الڪري رٽائر ڪر مٿان ڪو جوکو رسئي." هي مڙس
اهڙو لکڻ سهڻ وارو ڪٿي هو، ۽ هن به اتي جو اتي درخواست
اچلي ڏاي ۽ چيو: "صاحب، پوليس ڪاتي ۾ مصلي تي نماز نه
تون ٿي پڙهندو آهين ۽ نه مان، جو ڊاڙ هڻان— اهڙا پاڪ جي
ليني ته پلي پيا ڳول."

هن تڙ تڪڙ ۾ پنشن نه ورتي، پر ڪيس ان وقت اهو خيال ڪونه
آيو ته نوڪريءَ تان لهڻ بعد ڇا ٿو ٿئي؟ هن سمجهيو هو ته

رڻائر ڪرڻ ڪانپوءِ سندس وقت عزت جو گذرندو، چار ماڻهو سلامي هوندا، ۽ جي ڏوهن جون جاچون ڪري نہ سگهندو تہ بہ جاچ عملدار ۽ پيا زميندار زنب ڏوهن جي پيداواري جي طريقن تي صلاحون ڪرڻ لاءِ پيا وٽس ايندا. مڙيئي وٽس ڪچهريون لڳيون پيون هونديون، پر جڏهن هن ڏٺو تہ جن ماڻهن جي وٽس گيگهہ ٿئي پوندي هئي، تن ڪيس بہ آڱريون نرڙ تي رکي سلام ڪرڻ جي ضرورت بہ نٿي سمجهي، تہ هن جو هيانءُ ڪاڇي ويو. سندس وڏي اوطاق، جنهن کي هن اهڙين ڪچهرين لاءِ وڏي شوق سان نهرايو هو، ۽ جنهن ۾ پنهنجي لاءِ هڪ وڏي آرام ڪرسي ۽ ملاقاتين لاءِ بہ ڊزن کن موڙ پيا هوندا هئا، سا گهڻو ڪري خالي پئي هوندي هئي. هو روز شام جو گهران لڪري، اوطاق ۾ اچي، پنهنجي وڏي آرام ڪرسيءَ تي ويهندو هو تہ سامهون چڙو سندس پراڻو اردلي ٿي ويٺل هوندو هو، سچو وقت چپ پيڪوڙي ماٺ ڪري ويهڻ بہ هڪ ڏکي ڳالهہ هئي، انڪري وقت ڪاٽڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون پيون ٿينديون هيون، جي ڦرندي گهرندي اچي پراڻي وقت جي لڏل ڏوهن ۽ جاچن تي بيهنديون هيون.

’ڪئين، ڪوڙا خان، هو واطئين وارو ڌاڙو ڪينءَ لڌو هئوسون!‘

’ڪوڙا خان، تاريجن واري خون ۾ جوابدارن کي گهڻي سزا آئي هئي؟‘

سندس اردلي ڪوڙو خان، جو پيٽيءَ ۾ تهہ ٿيل سنڌس يونيفارم ۽ ڪاري ڏنڊڪي وانگر، سندس رعب تاب جي زماني جي آخري بچيل نشاني هو، ۽ جنهن جو ان زماني ۾ ڪم پنهنجي صاحب جي خدمت ڪرڻ ۽ ننڍين زبردست عملدارن جي ورتل رقمن جي جاسوسي ڪرڻ سان گڏ، جاچن ۾ جوابدارن جون گوڏيون لهرائي سندن پير ڪٽائڻ ۽ بہ تي موچڙا هڻائي ’جهل - جهل‘ ڪري جوابدار کي ٻاهر ڪيڍي ڏوهہ ٻامائڻ هوندو هو، سو بہ اهڙين

ڳالهين جي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جو شوقين هو. شاه صاحب جي رٽائر
ڪرڻ ڪانپوءِ هنجي لئي به ختم ٿي وئي هئي. نوڪري جي زماني
۾ خاص اردلي هئڻ سبب سندس هٿن مان هزار ترڪندا هئا،
۽ ڪو خاص حساب ڪتاب ڏيڻو نه پوندو هو. ۽ هيئر اندران
جي روز رپئي ڏيڍ جي به حساب وٺڻ واري ڳالهه ڪيس پسند
ڪانه هئي. ان ڪانسواءِ نوڪريءَ واري زماني ۾ ڪيس هر موسم
۾ پوليس ڊريسون، نوان بوٽ ۽ چمپلون به ملنديون رهنديون
هيون ۽ هيئر واقف سپاهين سڙن ڪان چوڙيل ڪپڙا ۽ بوٽ
وٺڻ لاءِ به ڪيس سوين نخرا ۽ مهٽا سهٽا پوندا هئا. انڪري
هنڪي شاه جي پنشن تي لهڻ ڪري، وڏو ڏک هو ۽ هو هميشه
پنهنجي دوستن کي چوندو وتندو هو: "اڙي ٻڌوا ايس . پي.
صاحب سائين کي گهرايو هو. ڪيس چيائين ته ڏوهه وڌي ويا
آهن پيداواري ڪانه ٿي ٿئي. تون وري اچڻ قبول ڪر ته گورنمنٽ
سان لکپڙهه ڪيان، پر سائين انڪار ڪري آيو."

شاه صاحب جڏهين ڏوهن ۽ جاچن جون ڳالهيون سانس ڪندو
هو، تڏهن ائين محسوس ڪندو هو ڄڻ سندس صاحب ان ساڳي
نوڪريءَ ۾ آهي ۽ هنجي هٿن مان ائين ئي ٿا هزار ترڪن.
اهي ڳالهيون ٿوري پر سڪيي وقت ڪاٽڻ جو هڪ آسان مشغلو
هو، ۽ ٻنهي کي پسند هو. ڪوڙي خان ڳالهين ڳالهين ۾ ٻئي
پيرا ڪيس صلاح ڏني هئي ۽ شاه صاحب به سندس صلاح مڃي
لڪ چپ ۾ پيهر نوڪري تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي. هن
پنهنجي هٿن سان پنشن جي درخواست لکي ڄڻ ته ١٦٤ جي
زباني ڏني هئي، جنهنکي ڪو تاڪو لڳڻ ممڪن ڪونه هو.
شهر وارن تي اثر وجهڻ لاءِ هن پنهنجي واقف صوبيدارن ۽
انسپيڪٽرن ڏانهن سفارشي چٺيون به لکيون هيون، پر اهي سفارشي
ماڻهو مٿن ۾ ڏڏڙ وجهرائي پنهنجي هڙون خرچ ڪري چٽي آيا
هئا ته سندس رهيل اثر کي رهندو ليپو ڏئي ڇڏيو هئائون.

هڪ ڏينهن تڪي جي قادو ڪاسائي گوشت ڏيندي ڪنهن ڳالهه
تي اٽڪي سندس اردلي ڪوڙي خان کي گاريون ڏنيون ۽ هن ڪيس
دانهن ڏني ته شاه صاحب کي چوچڙي وٺي وئي.

"اڙي منهنجو به پؤ نه ٿيو پيان... ڪي؟"

"هون، توهان جو پؤ هاڻي چو ٿيندس! مان موٽر جي پٺ کي چيو
ته شاه صاحب آبتو تنگرائي ڇڏيندو، پوءِ خبر اٿو ڇا چيائين؟"

"ڇا چيائين؟"

"چيائين بس ايمٽان متندي سو تيل تي پولدو."

ڪوڙي خان به رڪٽي ڪانه رکي.

"وچ هڪدم ٿاڻي تي فرياد ڪر، ١٠٧ ڪ پ ڪ ۾. مان بيان
ناهي تو ڏيانءِ،" شاهه کي باهه وٺي وئي. هڪ ڪاسائي کيس
ڳالهو ڏنا هئا. اها ڳالهه سهڻ کان ٻاهر هئي.

"اتان به ٿي آيو آهيان "ڪوڙوخان ڏلڪ سان چوڻ لڳو، "صوبيدار
کي ڪهڙي پرواهه، چيائين ته تون وچ جاچ ڪنداسون. پڇيومانس
ته ڪڏهن اچان، چيائين ته اچڻ جو ڪو ضرور ڪونهي."

"فرياد به ڪونه ورتائين ١٥٤ ۾؟"

"روزنامچي ۾ ئي داخل نه رکيائين، ١٥٤ ته پري رهيو."

شاهه صاحب چپ پيڪوري چپ ٿي ويو. سياڻو هو، سمجهي ويو
ته هينئر چپ چاپ زندگي گذارڻ کانسواءِ ٻيو چارو ڪونه هو.
اها ڪرمي جنهنکي هرڪو لوڙي سلام ڪندو هو سا ڪانئس
کسڪي لڪري وئي هئي. ڪوڙو خان جنهنکي گارين جو وڏو
سور هو ۽ جو مارڪيٽ ۾ پنهنجي دوستن دڙن اڳيان وڏي
ٻاڙ هئي آيو هو تنهنکي ان چپ تي ڏاڍي منيان لڳي ۽ هو
خار ۾ چوڻ لڳو، "ڪجهه ته مزو ڏيکاريو ڪتي جي پٺ کي."

"ڇا ڪيون، ڪوڙا خان!"

"تون انسپيڪٽر آهين توکي سڀ پاور آهن."

"آهيان نه ڇڏ، هوس." شاهه صاحب کيس فرق سمجهايو، پر ڪوڙوخان

جنهنڪي اڻ وانگر ٻتو ٿي ڪوله هو، سو اهي فرق ڪٿي ٿو سمجهي هو وري چوڻ لڳو، ”پن شن تي آهين ته ڪهڙي ڳالهه، آهين ته انسپيڪٽر.“

”ڪوڙا، توکي ڪيئن سمجهايان. تون سمجهين ٿي ڪونه ٿو،“ شاهصاحب مجبور ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري چيو ۽ ٿوري دير سوچڻ بعد هن ڪنڌ مٿي کنيو، ”چڱو منهنجي هڪ ڳالهه ٻڌ، ۽ ان جو جواب ڏي؟“

ڪوڙو خان ماٺ ڪري ٻڌڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ شاه صاحب کيس ڳالهه سمجهائڻ لڳو، ”ڏس فرياد داخل ڪندا هئاسون ته چورن کي ڦرڪٽي هوندي هئي، ۽ جڏهن واردات گذري ويندي هئي ته پوءِ ڪنهنکي پڳ هوندو هو؟“

”پوءِ پڳ چو ٿيندن، سائين.“

”بس ائين سمجهه ته مان به هڪ گذريل واردات آهيان جنهنجو ڪنهن کي پڳ ڪولهي.“

ڪوڙو خان اهي اکر ٻڌي سپ هٽي ماٺ ڪري ويٺو رهيو. شاه صاحب کيس ڪجهه نه ڪڇندو ڏسي چڙي ويو،“ اڙي تون جو چوين ٿو ته مولکي سپ پاور آهن؛ اهي پاور آهن ڪاٿي؟“ ڪوڙي خان وري به حرام جو اکر ڪڇيو. اِئين چپ ڪيو ويٺو رهيو ڄڻ سڪي ويو هجي. شاه صاحب ڏانهس تڪيندي ٿڌو شوڪارو ڀريو ۽ آهستي پيار مان کيس سڏ ڪيائين:

”ڪوڙا خان.“

”جي، سائين.“

”جي ڪنهن ڏوهاري خلاف فرسٽ رپورٽ داخل ڪندا هئاسون ته ڇا ڪندو هو؟“

”سائين، هو يا ته اسان سان منهن ڏئي جان ڇڏائيندو هو يا روپوش ٿي ويندو هو.“

”ڀاڻ کي به منهن ڏيڻ جي ڪا طاقت ڪانهي ڪوڙا خان. اڄ ته تون ۽ مان به روپوش ٿي وڃون.“

ان ڏينهن اوڙي پاڙي جي لنڊن چوڪرن سندس عجيب هلت ڏسي ڪلڻ شروع ڪيو هو ۽ ڪن هوريان دبيل آواز ۾ مٿس چٿرون به ڪيون هيون ته به هو انهن لنوائي ويو هو جيئن هو پنهنجي زماني ۾ ڪنهن 'اڻ پڙڻ جوڳي ڏوهه' جي فرياد جي داخلا کان لنوائيندو هو. ڪوڙي خان جنهن اهو سمورو لقاءُ ڏٺو پئي، تنهن کان اهو مقرر ڪيل فيصلو وسري ويو ۽ هو خار ۾ چوڻ لڳو، "چئبو ته هاڻي اسانکي آڳوڻي جيترا چورا به چيڙائيندا. انهن ڪونه ٽيندو." انهن چوندي هو هليو ويو ۽ هڪدم اهي جملي چوڪرا گهلي اچي سندس اڳيان انهن بيهاريائين، جيئن ڪنهن زماني ۾ سندس اڳيان جوابدار بيهاريندو هو. شاه صاحب ڪوڙي خان کي ٽارڻ لاءِ چوڪرن کي گارين سان رلدي چڙيو.
"مادر ... پان ... توهان سمجهو ٿا ته مان رٽائر ڪيو آهي ته مري ويو آهيان. اڙي اج به اوهانجي پين ڏاڏن جون ڏاڙهيون پٽي تري ڪرڻ جا پاور مولکي آهن. اڙي ڪيو اٿ ويهه."
ڪوڙي خان جنهنکي اهڙا جوش ڏني ڏينهن ٿي ويا هئا، تنهن جي مٿان چڻ ڪوري دلي جو ٽڏو پاڻي پئجي ويو ۽ هڪدم پراڻي جوڻ ۾ اچي هٿ ٻڌي چوڻ لڳو، "سائين جوابدار قبولدار آهن. اج معافي ڏيون، آئينده انهن نه ڪندا."
"نه نه هنن کي انهن معافي نه ملندي. ڪٿي آ نيٽي لڪڻ ته پهريون سندن ڪل لاهيان پوءِ هٽين لاڪپ ۾."
"نه، سائين، هنن کي معافي ڏيو. مان سندن ضامن آهيان."
"اڙي تون ضامن ٿو پئين؟"
"ها سائين، مان ضامن آهيان. آئينده چال سڌاريندا." انهن چئي ڪوڙي خان ڪن کوچي ڪنڌڙ چوڪرن کان پڇيو، "اڙي ضامن کي ته نه مارائيندو نه؟"
چوڪرا جي اهڙيون مخرج سان گاريون ٻڌي هيسجي ويا هئا تن ميسٺو منهن ڪري ڪيس ضامن پوڻ لاءِ ايلاز ڪيا.

”چڱو وڃو مادر ... اڄ توهالکي معافي آهي، پر جي آئينده
ڪا بدمعاشي ڪيو ته پوءِ سر جو خير نه گهرجو،“ شاه صاحب
گجگوڙ ڪندي چيو.

ٻئي ڏينهن صبوح جو هو هوا خوري لاءِ لڪتو ته روڊ تي ڪيس
ٿاڻي احمد پور جي حد جو وڏيرو، سرائي رازقڏنو، مليو . هو
ان ٿاڻي تي ايترو ته گهڻو وقت رهيو هو جو هن ڪان ان حد
جي ڪا ڳجهائي ڪانه هئي. سرائي رازقڏني سان ته وري سندس
گهڻي ڊيگهه هئي جو هو سندس هر ڪيس ۾ ٻن مشيرن مان
هڪ مشير ته هوندو ئي هوندو هو. الڪري سلام جو جواب
ڏيئي اڳتي وڌڻ هن لاءِ ڏکي ڳالهه هئي. هن سرائي ڪان پڇيو .
”ڪيئن سرائي، خوش آن نه؟“
”ها سائين، مڙيئي رب جون مهربانيون. اوهانجون دعائون.“
”ڪيئن آيو آهين هتي؟“
”سائين، هڪ غريب هاري جي چوري ٿي وئي آهي، انجي
فرياد داخل ڪرائڻ آيو آهيان.“
”اڄ ڪلهه اوهان وٽ ڪير؟“
”سائين درڀشاڻي العامالله.“
”اڙي هو مون وارو جمعدار! هنکي ته جاءِ واردات جو مشيرپ
نامون به ناهڻ ڪونه ايندو آهي.“
”مڙيئي سائين، رب جي جوڙا! ڪنهنجي پاڳ سان ڪهڙي
ريس،“ سرائي جواب ڏنو. ”اوهان ته سائين خوش آهيو نه؟“
”پيا تڳون، سرائي،“ شاه صاحب جواب ڏاو. هنجي مرضي هئي
ته جيڪر سرائي سان زمالي جي ناقدريءَ جي شڪايت ڪري.
”واهه سائين، اوهان ته ائين ڳالهايو چڻ ڪو توهانکي ٽتو ليکي.“
”ليڪڻ جي ڳالهه ڪانهي، سرائي. ڪراڙو ٿي ويو آهيان .“
شاه صاحب ڳالهه بدلائي ويو.

”سائين ، شينهن کي ڪراڙا ڏيندا آهن. مان ڪلهہ صبح جو اوهانجي پاڙي مان لنگهيو هوس. اوهانجي گار جي ڳئي ڳئي ڳئي. وهيءَ جون سڪون ڳئي لاٿو. مان تہ ڪڙين تي زور ڏنو. ڪير هئا اهي سائين؟“

شاه صاحب سرائي رازقڏني ڏانهن غور سان ڏٺو جيڪو ان وقت بہ انئين مرعوب ڳئي نظر آيو جيئن سندس نوڪري واري زماني ۾.

”ڪلهہ صبوح، سرائي؟“شاه صاحب ڪنڌ هيٺ ڪري ائين چيو، ڄڻ هو ياد ڪندو هجي ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ هن ڳالهہ مٿي ڪري چيو، ”ها، اهي ڀٽي هسٽري شيٽر هئا. سڄو شهر تاراج ڪري ڇڏيو اٿائون. سرائي پنشن تي آهيون تہ ڪهڙي ڳالهہ، لنبو ڀهڙن تي تہ ڪنٽرول رکڻو ئي پوي.“ شاه صاحب ائين چئي شهپر وٽڻ لڳو.

”بيشڪ، سائين، بيشڪ اوهانجو دٻدٻو قائم آهي،“ سرائي ڪنڌ ڌوڻي چوڻ لڳو.

پوءِ جڏهن سرائي ڪان موڪلائي شاه واپس گهر ڏانهن اچڻ لڳو تڏهن سندس جنگهون، جي اڳ گهليبون ايندڀون هيون سي ڦڙت ٿي ويون، سندس ڪاري ڏنڊڪي پراڻي دستور موجب بغل هيٺان اچي وئي ۽ سندس ڳاٽ اوچو ٿي ويو. هن اچڻ سان پنهنجي اردليءَ کي چيو.

”حوالدار ڪوڙا خان. الهن چورن وات ڳاڙهن جو دماغ ڌيستائين نہ سڌرندو، جيستائين سائن روز ڪاروائي نہ ڏيندي. الهنڪي روز گهلي وٺي ايندو ڪر.“

ڪوڙو خان، حوالدار جو لفظ ٻڌندي ئي پراڻي جوڻ ۾ اچي ويو ۽ هڪدم ڪڙو ٿي ايس- پي. صاحب جي اردلي ڪان ايلاز ڪري ورتل ڇڳل لانگ بوٽ جي ڪڙين کي زور سان ملائي، پراڻي دستور موجب سيلوٽ هنيو.

جيڪڏهن منشي ڪنياتي مل اسپيشل اوورسيئر جي جوڙيل اقشي سال ١٩٠٦ع تي نظر وجهبي ته ديهه سنجر خان ۽ چانڊڪي جي پرسان ڪيٽي نورپور تي نظر پوندي. ان ڪيٽيءَ جي ايراضي ايتري ته وڏي آهي جو سڄو ڏينهن پيلو وهٽ ڊوڙائجي ته به رات اڌ ۾ پوي. پين ڪيٽين وانگر انجي آبادي به درياهه شاهه تي ٽيندي آهي. جيتوڻيڪ درياهه شاهه مان ڪيترا واهڙ وهي پڪي پر ڪي آباد ڪن ٿا، تنهن هوندي به ساوڻ ۾ مهراڻ ڪي موج ايندي آهي ته چوطرف آٿل ڪري اڇ ٽي ويندي آهي. اهي پٽي ڏينهن ته ماڻهو ڏک سک ۾ ڪاٽين، پر جڏهن پاڻي لهي وڃي ته زمينون ڦندي ڪپه جهڙيون اڇيون ٿيو پون، جو ماڻهو پوکجي اهو به ڇميو پوي. پڪيءَ پر جون زمينون سالن کان دوبارن فصلن ٽيڻ ڪري ٿڪجي پون ۽ منجهن پوک ليلهائي نڪري، پر ڪيٽي ۾ هڪ ڪانوڙي هر سان رائي جهڙو ڪچو فصل به مهيني ڪن ۾ اهڙو تي پوي جو خون ڪري ڪٽي اچل، حرام جو ڪنهن کي پتو پوي. ڪڏهن ڪڏهن قسمت سان ڪيٽي نه پڏي ۽ ارڠ ٿي پوي ته ماڻهو نار چاڙهين ۽ اس ڪاڏل زمينن ۾ جوئر جو فصل اهڙو پيلو ٿئي جو زميندار جون به تسميءَ ۾ پليون پرجي وڃن. پانهن جهڙن ٿلهن ڪانن جا ڪرا تنهن ڪان الڳ.

اها ڪيٽي ٽرانسفر وقت ايتري ته ننڍي هئي جو سروي وارن ان کي پر واري پي ڪيٽيءَ سان ملائڻ جي سفارش ڪئي هئي پر درياهه جي پائيندڙ سبب ان ڪيٽي جا ڊنگ ۽ ڊڙيون پائجي ويون ته ان جي مالڪ جو اڇي وارو وريو. مڙس پڙهيل ڳڙهيل ۽ لهه لحاظ وارو هو. آفيسرن سان رسايون ڪرڻ سبب اهڙو ڦرڪو ڦري ويو جو سندس ڪيٽي اڳ کان ڇٽوڻي پنجوڻي ٿي ويئي.

يئن تہ لشڪر ڪانسواءِ سلطان ٽيڻ بہ هڪ مشڪل ڳالهہ هئي،
ڪري ڪس ڪسرون ڪائي راج ورهايائين: ايتري قدر جو هڪ
ڳا ضلع جو انگريز حاڪم وتس شڪار تي آيو هو، تہ شاهي
ہ ڪان پنهنجي ڳوٺ تائين پريا پنج ميل ڪڪائين مڙڪ جي
هي طرفن ڪان ماڻهو ماڻهو ۾ بيهاريو هئائين. اهي سلاميون
ندو جڏهن صاحب سندس اوطاق تي پهتو هو، تڏهن جيپ
ڻ لهندي ئي سؤن ماڻهن جي سامهون ڪيس چيو هئائين:
يل ڏن خانصاحب: ڏاڍو خوش ٿيو آهي."
مهل ئي صاحب جي ان قدرشناسي جي خبر چؤراچي ۾ پئجي
ہ هئي، ۽ ان ڏينهن ڪانپوءِ، هو خالصاحب سڏجڻ لڳو هو.

ريل رات ڪچهري ڪرڻ بعد گهر موٽيو هو تہ سندس قدم
تڙيا پئي پيا. سندس وڏي گهر واري، عبدالمجيد ماءُ جو
ي اهڙي حالت ڏٺي، تہ هن ڍڪي وجي ڪيس ٽيڪ ڏني ۽
تي آهستي اچي ڪيس هنڌ تي سمهاريائين. وڏي اسر جو
وري اٿي تہ وڏيري پويان پساهہ پئي کنيا. سندس رڙين
هر جا سمورا ڀاتي ڀڳا آيا ۽ هيٺئر سندس ڪٽ جي چوڌاري
زالن ڪانسواءِ ٻئي جوان جماڻ پٽ عبدالمجيد ۽ عبدالهادي
تا هئا، جن جون اکيون پنهنجي ڀيءُ جي سڪرات ۾
دڙ چپن ڪي ڏسڻ بعد هڪ ٻئي سان ٻئي مليون تہ الهن
ت، ڪيني ۽ ساڙ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونہ هو.
۽ انجي شاهي ڪوٽ جي ٻريرو تہ - لئي اوطاق ۾ جيڪا
۾ ڪانبيرن جي ڦوهارن ۽ هر وقت جي چٽڪار سبب
هشت ۽ سياري ۾ ڪٽن جي وچ ۾ وڏي مچ سبب گرم
ي هوندي هئي ۽ جنهن ۾ وڏيري جي بلگاري حقي سان
ٽڏو دونهون ڇانيل هوندو هو، ماٺ لڳي پئي هئي، رڪي
ڪمدار غلا محمد جيڪو پٽ تي ڪٽ جي سيراندي ڪي

ٽيڪ ڏيو ويٺو هو، تنهن ۾ئي وڏيري جي حياتيءَ جون دعائون گهريون. ڪمدار غلامحمد وڏيري جو انڌي هوندي جو سنگتي هو ۽ ڏکن سکن ۽ جهيڙن جهتن ۾ ساڻس گڏ گذاريو هئائين. وڏيري کي به سندس خدمتن جو قدر هو ۽ سندس ڪا ڳالهه ڪڏهن موٽائيندو هو. جي هڪ ڳالهه موٽائي به هئائين ته ڪيس انجو احساس هو ۽ ڪڏهن ٽٽو شوڪارو ڀري چوندو هو: "ڪمدار، تو سچ چيو هو پر ان وقت عشق انڌو ڪري ڇڏيو هو. سوچيو هوم ته لوڙها ٽپڻ واري بدناميءَ کان ته ڀول پڙهائي پاڻ تي حلال ڪري ڇڏيان."

"ها سائين لڳي پروان آ، ڪئيءَ ڳالهه کي جوان ئي ليائيندا آهن،" ڪمدار به کيس دلداري ڏيندو هو.

ڪمدار جي اکيان ڀيل حقو ٽري ويو هو. هن کي رکي رکي راتوڪي ڳالهه هئي ياد آئي، جنهنجي پٺڻ ڪانپوءِ وڏيري جو ٺرڪو ٺري ويو هو. هن اها ڳالهه ڪيترن ڏينهن کان سانڍي رکي هئي؛ پر رات، ڳالهين ڳالهين ۾ ڪانئس نڪري وئي هئي. ٻئي ڄڻا اڪيلا ويٺا هئا ۽ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

"ڪمدار، وهي وئي." وڏيري ٽٽو ساهه ڀريو هو.

"ها سائين، ڪماليت کي ليٺ زواليت آ."

"بيشڪ، يار، هاڻي ته پاڻ‌کان هوترو پنڌ به گهوڙي سواري لٿي ٻڄي. لڳ ائين ٿا ساڻا ٿي وڃن جو جڻ سڄو ڏينهن ڪا ڪوڏر هڻي هجيم." وڏيري ٿڪل آواز ۾ چيو هو.

"بس، سائين، هاڻي هڪ ڳالهه ڪر. واندڪائيءَ ۾ پنهنجي جيڙي ٿي ڪانو ڪٺي ورهاست ڪري ڏيون."

"پاڻ ڇگا ٿا هلن ڇا؟"

"الائي، سائين، پرائي دل پرديس آ."

"ڪمدار، ڪا ڳالهه آ ڇا؟" وڏيري کي وسوسو ٿي پيو هو.

"ڳالهه ته ڪا ڪانهي سائين، ائين تنهنجي آرام لاءِ چيم."
"ڪمدار، توکي سو ڀيرا چيواٿم ته مونکان ڪا ڳالهه نه رکندو ڪر."
"ابا، توکان ڳالهه رکڻ حرام آ." پوءِ هن ڪان مهينن جي ساڳيل ڳالهه نڪري وئي هئي: "ڳالهه هيءَ آهي ته عبدالمجيدخان جي سريت نوران آهي نه، ان سان عبدالهادي به نهڪي ويو آهي."
"گهوڙا! ناحق ٻي شادي ڪيم. ڪمدار هيءَ ڳالهه ته مڙسن جا ڪنڌ ڪپائيندي،" وڏيري ٽپ ڏيندي چيو.
"سائين خير جي ته وائي ڪيو. الله تنهنجو سر سلامت رکي؛ ڪجهه ڪونه ٿيندو."
اڙي اجا ٿو چئين ڪجهه ڪونه ٿيندو" وڏيري رڙ ڪري چيو.
"سائين، آهستي ته ڳالهاءِ ڪو ٻڌي نه وٺي."
وڏيرو ڳالهه جي نزاڪت کي سهي ڪري ماٺ ڪري ويو.
گهڻي دير کان پوءِ هن آهستي آهستي ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ هوريان چيائين:
"ڪمدار، جوانيءَ ۾ تون گلو ماڇيءَ جي گهر مندو هئين نه؟"
"ها، سائين، وهيءَ ۾ مڙني هر ڪنهن ٽپ ڏنا."
"ان ساڳي جاءِ تي منهنجي دل به هرکي هئي. لياپو موڪلڻ تي هوس ته ڪنهن تنهنجي ڳالهه ٻڌائي. پوءِ جيتوڻيڪ تون "منهنجو ڪمدار هئين ته به مان پاسو ڪري ويس، هي ته سڳا پاثر آهن."
اهو زمانو ٻيو هو، هي زمانو ٻيو آ، سائين."
"بس، ڪمدار، زمانو زهير ٿي ويو،" وڏيري پيرن ۾ بوٽ پائيندي چيو هو. سندس آواز روئڻهارڪو هو.
وڏيري کي حويلي جي وڏي در تي ڇڏي ڪمدار پنهنجي گهر موٽيو هو ته پاڻکي اها ڳالهه نه سانڍڻ ڪري ڏاڍي ملامت ڪئي هئائين. اڄ رات تائين ڪيس فڪر ۾ ننڊ نه آئي هئي. اسر جي مهل پنڪي ۾ هو ته وڏيرڪي نوڪر ٽڙبي جي سڏ تي سندس

حياتي ڇڏائجي وئي هئي ۽ ان وقت ڪان اوطاق ۾ ڪٽ جي سيراندي ڪي ٽيڪ ڏيو، ٻئي هٿ مٿي تي رکيو ٻئي وڏيري جي حياتيءَ جون دعائون گهرياٿين. هن سان گڏ ٻيا ڪڙمي ڪڙا به ويٺا هئا. اوچتو سيٺي جا ڪن حويليءَ ڏانهن ڪڙا تي ويا جتان روج ٻڌڻ ۾ پئي آيو. جيستائين ڪمدار ڪو ماڻهو پڇائي، تيستائين حويليءَ مان ٻانهي پڇندي آئي، جنهنجي ڏوڙ لڳل اکهاڙي مٿي ۽ ڇيهاڙيون تيل چولي سڄو داستان ٻڌائي ڇڏيو.

صبح جو ساجهر حويليءَ جي شاهي اڱڻ ۾ هشام زائفن جا ويٺا هئا. ٻڌر جي وچ ۾ وڏي ڪٽ پيل هئي، جنهن تي ريشمي ۽ سوني اوڇڻ هيٺان وڏيرو ابدي ننڊ سمهيو پيو هو. ڳوٺ جو ملان حاجي ڪبير رهيو في قرآن جي حساب سان، خوش‌الحاني ۽ تڪرائي سان قرآن بخشي رهيو هو:

هي قرآن شريف ڪريم تنهنجو،
خاص مڪيي محمد تي،
وسيلو ٻنهي جهانن جو،
واسطي آساني تيڻ عذاب سوڙهه قبر جي،
واسطي سوال جواب منڪر نڪير جي،
هن ميت کي تو بخشايان،
تون بخشينس.

جڏهن سج مٿي چڙهيو تڏهن ميت کي ٻاهر آندو ويو. جتي به قران بخشائڻ کانپوءِ وڏي پٽ عبدالمجيد خان کان اجازت وٺڻ بعد جنازي نماز پڙهي وئي. الحد ۾ لاهڻ کان اڳ ملان آخري ڀيرو ڪفن سوري منهن ڏيکاريو ته هر ڪنهن ڏٺو ته شمع وانگر ٻري رهيو هو.

پوءِ جڏهن مٽيءَ جي شيءَ مٽي ۾ رلجي وئي، جڏهن ڪانڌي خالي کٽ ۽ خالي اوڇڻ جي ڳنڍي ٻڌي واپس موٽي آيا، جڏهن

سچو راج پاڳ رضاالله ۽ پڳ پڌائڻ لاءِ عبدالمجيد خان اڳيان ويٺو هو، تڏهن ڪمدار جو عبدالهادي خان کي ونڻ ويو هو سو واپس موٽي آيو ۽ راج ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳو:
”ههڙو انڌير، عبدالهادي خان ٿو چوي ته سان راج ڪان عذر پنهنجي اوطاق ۾ جدا وٺندس.“
هتي نٿو اچي؟“ عبدالمجيد خان ڪمدار ڪان پڇيو، جو پڳ جي انتظار ۾ ويٺو هو ۽ اچا عذر ڪونه ورتو هئائين.
”نه سائين.“
”چو؟“
”چئي ٿو ته دشمن وٽ عذر ڪرڻ ونبا آهن.“
ڪمدار پڌايو.
”وجي ڏوڙ پائي، پڙهو قل.“ عبدالمجيد خان کي خار اچي وئي.
”پر سائين، اج نه اهڙي وچوٽي ڪيو ته اڳتي الائي ڇا ٿيندو،“ ڪمدار سوچيندي چيو.

اها وچوٽي تڏهن هيڪاري وڌي وئي،جڏهن پورن پندرهن ڏينهن بعد هڪ شام جو حد جي ڪوٽوار، اڳئ، مختيارڪار صاحب جو نوٽيس ڏئي ڪانئس صحي ورتي. پڙهندي ئي ڪيس پيرن ڪان چوٽي تائين باهه وٺي وئي. نوٽيس ۾ لکيل هو:
مانوارو وڏيرو عبدالمجيد خان ولد خانصاحب نورمحمد خان زميندار ڪيٽي نورپور تعلقه شڪارپور.
جيئن ته مهربان عبدالهادي خان ولد مرحوم خانصاحب نورمحمد خان زميندار ڪيٽي نورپور اسانکي تاريخ ۱۰-۴-۵۴ع تي درخواست ڪئي آهي ته هو فوتي خانصاحب نورمحمد خان جي ڇڏيل ملڪيت ۾ اڌ حصي جو وارث آهي ۽ ڪيس ۸-۰-۰ آنين جي ورهاست تي ملي.

انکري اوهانکي هدايت ٿي ڪجي ته تاريخ ۲۰-۱۲-۱۲-۱۵ع
تي پنهنجي ڪيٽيءَ ۾ حاضر رهندا: ٻي صورت ۾ يڪ طرفو
فيصلو ڪيو ويندو ۽ پوءِ ڪو عذر ٻڌڻ ۾ نه ايندو. هي
اوهانجي سڌ لاءِ لکيو ويو.

بحڪم مختيارڪار صاحب تعلقو لب دريا هـ.

ـمدار غلام محمد، جو سندس پرسان ويٺو هو، سو نوٽيس پڙهڻ
ـن سندس لرزندي پوندڙ گهنجن مان سهي ڪري ويو ته ڳالهه
مڙئي ڳري هئي. موڙو ميريندي ويجهو اچي ڪائنس
ائين، ”چا جو نوٽيس آ بابا؟“
ـتيارڪار نوٽيس ڏنو آهي ته ويهين تاريخ عبدالهادي جي
ـي جي ورهاست ڪندو،“ عبدالمجيد خان آهستي چيو.
ـو ٿيو، ڀلي اچي.“
ـو ٿيو؟“ عبدالمجيد خان رڙ ڪري چيو.
ـار جو پوٽ ٿي سڪي ويو ۽ ماٺ ڪري ويهي رهيو.
ـدير ڪانپوءِ عبدالمجيد خان ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ ڪمدار
چيو: ”مان مختيارڪار کي چوندس ته هو ٻي نڪاحو
ءِ سندس ڪو حق ڪونهي. ڀلي ڏئي ڪو سندس فائدي
ـن.“

ملڪيت لاءِ پنهنجي مرحيات پيءُ تي ايڏو ڳلا جو
ـهو ڏيندين، ليکرا!“ ڪمدار پهريون ڪيس ترمائي مان
ـو پر پوءِ ڪيس اوچتو جهجڪي اچي وئي: ”ائين ڪونه
مان بيان ڏيندس.“

ـالمجيد خان کي پنهنجي فوتي پيءُ جي عزت جو خيال
پنهنجي ڪمدار جي راڄن ۾ اڪثريت ياد آئي، هو ان
ـن لهي ويو، ترمائي مان ڪمدار کي چيائين: ”معاف
ڪمدار، ائين خار ۾ چئي ويس. تون ڀاڻ ٿي ٻڌاءِ
ـقت جڏهن بابي جي بني به ڪاله سڪي آهي، ڪيس

اها درخواست ڏيڻ واجب هئي؟"
"اهو برابر سنڌس ڏوهه آهي پر هاڻي جيئن ٿيو آهي تيئن ٺي ڪبو."
جيتوڻيڪ ويهين تاريخ مختيارڪار، عبدالهادي وٽ ٺي منزل ڪئي، جو هو انجي ٺي درخواست تي آيو هو، پر جڏهن هو وٺس ويو، تڏهن مختيارڪار لانڍي کان ڏهه پندرهن قدم ٻاهر نڪري سنڌس آجيان ڪئي. ورهاست وقت به سنڌس وڏائپ جو لحاظ رکندي کيس پڳ ۾ وڏيڪ حصو ڏنائين. پوءِ جيتوڻيڪ هو زماني سازي طور مختيارڪار سان کلي ڳالهائي رهيو هو پر تنهن هوندي به سنڌس اندر ۾ باهه ٻري ٻيٺي هئي. هڪ ڀيرو ته کيس خيال آيو ته مختيارڪار کي چنبڙ ڪڍي ۽ زمين جي ورهاست کان انڪار ڪري پر هن ڪمدار جو لحاظ رکيو جنهن مختيارڪار جي اچڻ کان اڳ، کيس سمجهايو هو:
'لينگر، حاڪم فيل مست آهي ۽ ساڻن مقابلو ڪرڻ ڪنهن به حالت ۾ چڱو ڪونه آهي.'

جيڪڏهن عبدالمجيد خان نوران جي لڏڻ جا سالباها نه ٻڌي ها ته اهو ڳالهه سان ڳالهوڙو شايد نه ٿئي ها. لڏڻ واري ڳالهه به ڪمدار کيس ٻڌائڻ نه پئي گهري، پر سنڌس تيز مزاج جو خيال ڪندي صرف ايترو چيائين! "سائين صديق وارا لڏيا ٿا وڃن."
"هان، ڪاڏي؟" وڏيري کان چرڪ نڪري ويو.
"عبدالهادي خان پنهنجي ڪيٽي ۾ نئون ڳوٺ ٻڌايو آهي نه، اتي."
"وڃي جهلين،" وڏيري تيزي سان چيو.
ويچاري ڪمدار ان حڪم کان اڳ ٺي پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو هو. هو ٻتي ڀيرا نوران جي گهر ويو هو ۽ کيس ان

فيصلي جو آڳو پيچو سوچڻ لاءِ ڇيو هئائين پر هن تري تيل لاٿڻ کولہ ڏنو هو. ان هولدي بہ وڏيري جي حڪم جي پوئواري خاطر هو وري نوران جي گهر ويو ۽ ويندي ئي کيس دڙڪو ڏنائين: ”نوران، وڏيري وڏي لياهو ڏلو اٿيئي تہ تون نہ لڏ.“

”چاچا، هاڻي ڪيڏنهن مڙيو. صبوح جو ڳاڏيون اينديون.“

ڪمدار کي خار اچي وئي. هن کيس کولي ٻڌايو: ”نوران، تون عبدالمجيد کي ڇڏي وري عبدالهادي تي آڻر رکيا آهن، سا ڳالهہ تنهنجي لڏڻ کانپوءِ کانہ لڪندي. وڏو ڪلم ٿي پوندو.“

”ڪير ٿو ائين چوي!“ نوران ڀهريون ڀڪائي ڪئي.

”مان ٿو چوان: ڪيانءِ چا پتا پڌرا؟“

”ڇگو جي آهيان تہ آهيان، ڪنهنجي پرواہ ڪونهيم.“

حالانڪ ڪمدار وري بہ وڏيري کي سموري حقيقت کولہ ٻڌائي ۽ کيس صرف ايترو چيائين تہ، لتا مڙن. پر تنهن هولدي بہ ان ڪوڙ جو ڪو خاص فائدو کولہ پيو، جو ان ئي ڏينهن سومهڻيءَ جو جڏهن وڏيرو پنهنجي سر نوران کي پرچائڻ پئي ويو، تڏهن در ٽپڻ کان اڳ کيس عبدالهادي دوبدو ٿيو، جنهن جي مشڪ جيڪا کيس ڏسندي پيدا ٿي، تنهن کيس بي وڪ الدر ڪڍڻ کالہ ڏني. هو اتان ئي واپس موٽيو ۽ ايندي ئي ڪمدار کي چيائين: ”صديق وارن کي چؤ تہ هن مهل جو هن مهل ٽپڙ ڪڍن.“

پورا پنج ڏينهن عبدالمجيد خان حويليءَ کان ٻاهر کولہ اڪتو. هن نوران لاءِ پئي سوچيو، جنهن جو قد مالجهانداڙيءَ وانگر سڌو ۽ ڊگهو هو، جنهن جو رنگ جوئر جي اٽي وانگر پورو ۽ ڳاڙهو هو. جنهن جون اکيون ڪجل بنا بہ ڪاريون هيون، جنهنجا چپ لاليءَ بنان بہ ڳاڙها هئا، جنهن جون ڇاتيون چوليءَ جي

تيڪ ڪالاسواءِ بہ هندوڪش جبل جون بہ جاڙيون چوٽيون هيون، ۽ جنهنجو آواز اهڙو مٺو ۽ سريلو هو جڻ وڏي اسر مهل ڪنهن ٻار ۾ ٻڌل ڏاند جون ٽليون پيون وڄن.
منڍ منڍ ۾ هن ڪيس لاٻارو ڪندي ڏٺو هو تہ سندس قدم اڳتي وڌڻ ڪان پڙ ڪيدي بيٺا هئا. هن محسوس ڪيو هو تہ ڪٽڪ جون ٽيليون جن ڪي مٿ ۾ جهلي، هن ڏاٽو پٺي وهايو مي ڪسڻ لاءِ پاڻ نوڙي سندس هٿن ۾ پئي آيون. پني تي بيٺي ڪيس ڳپل مهل ٿي وئي هئي ۽ اوسي پاسي لاٻارو ڪندڙ ماڻهو ڪيس عجب ۽ حيرت سان نهارڻ لڳا هئا تہ هو لاچار اڳتي وڌيو هو، ۽ پوريان ايندڙ عرضي ڪارائي ڪي چيو هئائين:
”اهو ماڻهو ڪيرء ٿو پائين عرضي؟“
”واهہ سائين، اهڙين جو ٻجو پلو.“
”پوءِ؟“
پوءِ جي خبر ڪراڙي لالان ڪي هئي، جنهن روا لاهي، منٿون ميڙون ڪري نوران جهڙي پٿر ڪي پاڻي ڪيو، نہ تہ پهرين دفعي تہ هن ترپون ڏي تي هنيون هيون ۽ چيو هو، ”ماسي لالان، آهي بہ قادو، تہ نہ لاهي بہ قادو. وڏيري ڪي چؤ تہ مولڪان پاسو ڪري لنگهي.“
”نيا ڳي، ڳدڙ جي لت ڪان هاٿيء جي لت چڱي اٿئي. گهر پيري چڏيندئي،“ ڪراڙي لالان، جا اهڙين ڳالهين ۾ پڙ هئي تنهن ڪيس سمجهائيندي چيو هو.
پوءِ جڏهن وڏيرو پهرين انجام سان هڪ اوندا هي رات جو وٽس ويو هو تہ هو اڳ ڏي سندس اوسيڙي ۾ آيي بيٺي هئي ۽ ڪيس ايندي ڏسي چيو هئائين، ”ايتريون ديريون ڪيون آهن وڏيرا.“
هينئر عبدالهادي خان اڳين وراهست واري مذاق ڦٻيل ڏسي، ڪيس پاڙيو سمجهندي، وري ڪانئس نوران ڪسي ويو هو ۽ ساڻس اهڙي ملهہ ڪئي هئائين، جنهن جو پلو وٺڻ لازمي هو.

اها هڪ اونداهي رات هئي، جڏهن سرخيءَ جهڙي اصيل گهوڙي، عبدالهادي جهڙي شهسوار جو لاشو کڻي ڳوٺ نڪتي. ماڻهن کي ڏندين آڱريون لڳي ويون جو عبدالهادي جهڙو سوار، جو جڙ گهرڙين کي هڪ ٽي هڻي ۾ ڪاهي سڌو ڪندو هو ۽ جو رڪيب مٿان رهيو رکي اهڙو پختو ٿي ويهندو هو جو مجال رهيو ڪري، تنهنجو رڪيب ۾ ڦاسي ڪرڻ ۽ مٽڪو پيچائڻ اعتبار جوڳي ڳالهه ڪانه پئي لڳي. انهن شڪ ڪندڙن مان ٻن ٽنين جو ته شڪ ان وقت ٽي لهي ويو، جڏهن عبدالمجيد خان پاڻ جي لاشي جو پٺدي پيرين مٿي اکهاڙو اچي پاڻ جي مٿان ڪريو ۽ ٻار ڪيدي روئڻ لڳو. باقي ٽين پٽي جنهنجو مکيه عبدالهادي جو ڪمدار هو، سو صبح جو ساجهر گهوڙيءَ جا آيتا پيرا کڻائي واردات ڏسڻ ويو هو، پر ڪانئس اڳ ڪنهن شنباڻي پروچ جي رڍن ٻڪرين جي ڏڻ لنگهڻ سبب پيرا ڊهي ويا هئا.
البت عبدالهادي جي فوتيءَ کان ٻه ڏينهن پوءِ جڏهن هرڪو اچا پٽر تبي وينو هو ۽ رواج موجب مٿي ڏوهه ٻه ڪانه ٿي هئي، تڏهن عبدالمجيد خان جي هڪ حڪم سندس پنهنجي ڪمدار جي دل ۾ اليڪ شڪ ۽ گمان وجهي ڇڏيا. هن حڪم موجب، ڪيٽي نورپور جو ڇاپي نقشو کڻي سندس اڳيان ميز تي کولي رکيو ته سراسر اڌ کي ڳاڙهو رنگ آيل ڏسي وڏيري ڪمدار کان پڇيو، ”هي پاسو ڇو ڳاڙهو آ؟“
”مختيارڪار جي ورهاست موجب هي پاسو اسانکي مليل آهي ۽ انکي رنگ ڏنل آهي، بقايا اڇو پاسو عبدالهادي خان جو آهي، ڪمدار آڱر سان ڪيس نقشي جون ليڪون سمجهائيندي چيو.
”عبدالهادي جو نئون ڳوٺ ٻڌايو هو ۽ جتي صديق وارا وڃي وينا آهن، اها جاءِ ڪٿي آ؟“ وڏيري نقشي کي غور سان ڏسندي چيو.
”هيءَ چوڪڙي نئين ڳوٺ جي آهي، سنهن اکرن ۾ لاڙيديون ٻه

لکيل اٿو“ ڪمدار نقشي ۾ هڪ جاءِ تي آڱر رکي. ان جاءِ تي ڪو رنگ ڏنل ڪونه هو.

”پر هيٺئر ته سموري ڪيٽي پنهنجي ٿي لهي، هوءِ ڇو نه سڄي نقشي کي رنگ ڏئي ڳاڙهو ڪجي.“ ائين چوندي وڏيري سٽ ڏئي کوٽ مان پينسل ڪيڍي ۽ ڀربون ڳوٺ واري چوڪنڊي ٽڪر کي ڳاڙهو ڪرڻ لڳو. ڪمدار حيرت مان ڪنڌ مٿي کڻي وڏيري ڏانهن ڏٺو، جنهنجو منهن به خوشيءَ ۾، پينسل جي ڳاڙهي رنگ وانگر، ڳاڙهو ٿي ويو هو.

جيتوڻيڪ اڄ سنڌس گهوڙي کي نوان زريءَ جا سنج پيل هئا ۽ سنڌس پشوري ڳاڏي تازو نڪل ٽيڻ سبب چلڪي رهي، پر تنهن هوندي به جڏهن هو پنهنجي 'پنج ڪلياڻ بور' کي دڙڪي ڪاهيندو اسٽان تي پهتو ته ڪنهن به اکر ڪونه ڪڇيو. هڪوار سڀني پنهنجو ڪنڌ مٿي ضرور ڪنيو پر ان دم ئي سڀني پنهنجي ڪنڌن کي اٿين ڏاري ڇڏيو، ڄڻ ڪين ڏيڊ ئي ڪانه هئي. حالانڪ هڪ هفتو کن اڳ هو ڇڙي هاٿيلي دمبڇي وٺي آيو هو ته سڀ ڪيس ورائي ويا هئا.
"رئيس هي دمبڇي ڪٿان نهرايئي؟" امبلخ گهوڙي واري ڪانئس پڇيو هو.
"آهي سودو رئيس، گهڻو آتر ڏيانءِ؟" خميسي، جنهنجو ڌلڌو ئي سودا ڪرڻ هو، پنهنجي عادت کان مجبور ٿي ڪيس چيو هو.
"ڪلا ٿي خميسا، ههڙن بادشاهه وهڻن کي شيون ٻارائي ڪي ڪسبيون آهن،" جيسين هو جواب ڏي، تيسين رسولي بور کي ٽپڪي هٿي خميسي کي جواب ڏنو هو.
ڳاڏي ٻڌڻ کان اڳ، هن پنهنجي واڙي ۾ گهوڙي کي ڪرڪرو ٻئي هنيو ته نورو مڏي وارو وٽس لنگهي آيو هو، ۽ ڪيس ان 'ٻڌي' جي پيرانتي ڳالهه ڪري ٻڌائي هئائين. پر هن ٺهڪ ڏيندي لوري کي چيو هو. "نورا، جڏهن هي بور اسٽان تي پهچندو ته اهي نوٽل ٻانهي ڊهي پوندا."
"خير ڏسجي، پر گهڻو ڪري ته ڪو ڪونه ڳالهائيندو. اها سڄي ڳالهه شهيد جي روضي ۾ تسما قسمي تي ٽيل آهي."
"هن خارزيءَ واري ڏر ته برابر ڪونه ڳالهائيندي، پر ٻين جي گهرن ۾ ته ادا مان به ڪونه گهڙيو آهيان." هنکي ڪاوڙ اچي وٺي هئي.

گاڏي بيهاري ريئون ٽيڪ ۾ ٻڌي هن چئوطرف لهاريو، سڀئي موجود هئا، سواءِ زوار ۽ هن خارزيءَ ڏينوءَ جي. هن محسوس ڪيو ته سڀ ڪائنس لتاڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. سندس اچڻ ڪالهوءِ هرڪو ڪنهن نه ڪنهن ڪار ڪي لڳي ويو هو. ٻيا ته نهيو ٻر خيرو. رسولو، جن عمر ۾ پنهنجي منهن تي ٻه ڀاڻيءَ جو چندو نه هنيو هو، تن به پنهنجي گهوڙن جا منهن ٻئي ڏوتا. هو به ڏند ڀيڪوڙي گاڏي تان لهي انڪوچي سان ٻڪن ۽ ٻيرن ڪي اگهڻ لڳو. اگهندي اگهندي اوچتو هن رڙ ڪئي
"آهي سودو خميسا جوٽ ئي جوٽ تي، ڳالهائي وڃي شاه سان."
خميسي چرڪ ڀري ڏانهس لهاريو پر ڪچيائين اکر ڪوله ۽ نه وري شاه ئي ڪيس ڪو جواب ڏنو. جنهنکي سودي وقت امين مقرر ڪيو ويندو هو، ۽ جو ٻنهي ڌرين سان الڪوچي هيٺان آگرين ۾ ڳالهائي ڪار وجهي تاڙو هڻندو هو. هو به پنهنجي منڊم چاپ ڪي اگهڻ ۾ مصروف رهيو. خميسي ۽ شاه جي وڏائي ڏسي هنکي باه وٺي وئي. هن ڪي ٻڪ هئي ته خميسو ته خميسو، ٻر سڀ ڀڳا ايندا. هو جڏهن به ڀوڳن ئي ڀوڳن ۾ بورکي وڪڻڻ جو خيال ڪندو هو تڏهن سڀ ونس ڀڳا ايندا هئا ۽ ڪيس چوندا هئا! "رئيس، بور ڪي وڪڻڻ جو خيال دل ۾ به ڪندين ته الله ڪوله بخشيندءِ. ههڙا وهٽ دشمن تي داغ آهن."
هن خار ۾ ٻيڙي دکائي سوٽو ئي مس هنيو ته زوار به ڀر واري بنڪ تي اچي سواري لاٿي. ٻاسينگر ڪان ڀاڙو وٺي هن گاڏي اچي سندس پرسان بيهاري.
"لڳئي ڪا چڱڙ سواري زوار،" هن زوار ڪان مرڪندي پڇيو. ٻين جي ڀيٽ ۾ زوار سان سندس گهاٽي سنگت هئي. هو ان ڌنڌي ۾ جهڙس ئي جهونو هو. ٻر زوار به پنهنجي وڏن شهرن ڪي الڪوني ۽ هٿ جي ٻڪي سان مٿي ڪندي سندس سوال جو جواب ڏيڻ ضروري نه سمجهيو، هونئن اهو ساڳيو زوار، ٻچڻ

ڪالسواءِ ٿي، سڄي ڏينهن جي ڪتا ڪيس پڌائيندو هو ۽ چوندو هو،
”يار رئيس، پاسينگرن وٽ ٻہ چلڪٽي شيءِ جو اگهہ گهٽو اٿئي،
سڄو ڏينهن رڙيون ڪندي نڙي ٿي سڪي وڃي تہ مس ٿي ڪا
سواري لڳي، وري پاڙو ڏينده ٻہ ڪر ڪر مان.“
”نہ ڪيو رزق جي خدمت تہ اهڙا حال ڇو نہ ٿيندوا سڄو
ڏينهن بوراڪن ڪي وهائي وهائي وڃي مڪان ۾ جمنين تي
ويهو. پوءِ وهٽن جو ڪير سماءُ ڪري؟“ هو ڀهريون سندس
لاڪ لاهي پوءِ وري ڪيس سمجهاڻيون ڏيندو، ”اڙي ڪجهہ
گهوڙي جي خدمت ڪر. پنهنجي هٽن سان گاهہ پاڻي ڏينديس
تہ مهيني کن ۾ مڪ پئي ترڪندس.“
”ها يار، چئين تہ سچ ٿو، پر اج روپيو بہ کن تہ ڏيارجان.
مولا عليءَ جو قسم، رکو بہ ٽڪريون پيون آهن گيدي ۾،“زوار
ميسٽو منهن ڪري ڪيسي مان بہ چاندي جا روپيا ڪڍي ڪيس
ڏيکاريندو هو.
پر اج اهو ئي زوار، پنهنجي پراڻي ٽانگي تي سپ هنيون ائين
سيٽيو ويٺو هو. ڄڻ هن ديڳ دنيا جي لٽي هئي. رئيس ’آخ‘
ڪري، سيني ڏانهن نفرت سان نهاريندي، زور سان ’ٿو‘
ڪري ڪانگهارو ڪڍيو. سندس منهن تي مرڪ اچي وئي، ڄڻ
اهو ڪانگهارو سيٺي جي منهن ۾ لڳو هجي، ۽ پوءِ هودي ۾
لڳل گهنٽي کي پيرن سان وڄائڻ لڳو.
ٽن ٽن ٽٺن ٽٺن، گهنٽي جي آواز ۾، هو اهو زمانو ياد ڪرڻ
لڳو، جن ڏينهن ۾ هن بگي گهوڙو وهائڻ شروع ڪيو هو.
انهن ڏينهن ۾ ڪل بہ چار بگيون هيون. غريب غربو تہ بگي
تي پير بہ ڪونہ رکندو هو. پوءِ جيئن شهر وڌندو ويو تيئن
بگيون بہ وڌنديون ويون. جيڪو بہ گهر ڪان پئي رنو تنهن
پئي گاڏي گهوڙو ورتو. ان زماني ۾ ڪيترا وات ڦاڙها ڇوڪرا
جنڪي رينن جهلڻ جي بہ پيٽ ڪانہ هئي، بگيون وهائڻ لڳا.

جاتي گڏ ٿين تاتي ڪل نئوليون ۽ ڪچا پوڪ. هنڪي اهي
ڳالهيون ناپسند هيون، انڪري هو سدائين ڪين سمجهائيندو هو.
پر هڪ ڏينهن اهو سمجهائڻ سندس پنهنجي ڪچي ۾ پئجي ويو.
ان ڏينهن هو گاڏي استان تي ڇڏي پير واري هوٽل ۾ چانهه
جو ڪوپ پيئڻ ويو هو. جڏهن واپس موٽي آيو ته ڏسي،
سندس سيٽ تي ڪو ساوا ساوا متيرا رکي ، ماڻس جٽ ڪري
ويو هو. هو يڪدم گاڏي تان لهي رکڻ وارن جي پيڻ ماءُ
ڪي گاريون ڏيڻ لڳو. پر اهي سڀ رهندو ڏند ڪيڻي ڪلڻ
لڳا. جيئن ته منيد ڪان وٺي هنجا گهوڙا گاڏيون ۽ بيا ٽپڙ
ٽاڙي چڱي سينهري سان هوندا هئا ، انڪري هنجو سيني تي
ڪنٽول هوندو هو، ۽ ڪنهن ڪي اهڙي پوڪ ڪرڻ جي حسرت
ڪانه ٿيندي هئي. اهڙي جٽ تي ماٺ ڪري ويهڻ، ڇڻ بين
ڪي به هاسڪار رستو ڏيڪارڻو هو، انڪري ان الڱوٺي جيترن
ڇوڪرن جو هٿ مارڻ لاءِ ، هن نيٽي لڪڻ ڪٽي ان پارٽيءَ
جي مکيه ڊينوءَ کي چيو هو،”ڊينو اهي چرچا پوڪ انهن سان
ڪر جيڪو تنهنجا سهي. موتکي خار آئي ته رت ڪيڻي
ڇڏيندو سان.“
”کهڙا چرچا چاچا؟“ ڊينو مرڪڻ لڳو.
”آون، هو پنهنجا بابا جو رکيءَ منهنجي سيٽ تي.“ هن ڪان
خار ۾ ڪٿ وهڻ لڳي.
”اهي ته متيرا آهن چاچا. تون متيري تي چڙندو آن چا؟“
ڊينوءَ کي رهندو مزو پئي آيو.
”بس ڪر لنبا. وري اها ٽڻ ٽڻ. آئينده اهو پوڪ ٿيو ته مر
جو خير نه گهرجانءِ،“ هو پنهنجي گاڏي ڏانهن موٽندي شاهه
ڪي چوڻ لڳو! ”شاهه، هنڪي سمجهاءِ، متان پوءِ پڇتائين.“
”مان چاڪين سمجهايان. تون به جيترو چڙندين اوترو چيڙائيندءِ“،
شاهه به مرڪڻ لڳو.

”ٿ. نہ مون سان ڪو ڪيچل نہ ڪري. منهنجي رت ڦرندي دير ڪانہ ٿيندي،“ هن خار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيو.
پر پوءِ تہ رهندو سندن ٻيگهي مچي وئي. نہ مهل نہ موقع، جاتي ملن تاتي چيڙ. اسٽيشن کان ايندي يا ويندي، جڏهن بگين جون قطارون پاسينگرن سان پريون هڪ ٻئي جي ڪڍ ايندڙيون هيون، تڏهن لنگهندي هرڪو ڪيس چيڙائيندو هو. اها ڳالهہ برابر هئي تہ هو بہ سندن پيٽ ماءُ ڪوہ چڏيندو هو پر تنهن هوندي بہ دل ۾، اها ڳالهہ ڪيس خراب لڳندي هئي. انجو اثر خراب پوڻ لڳو هو. هن محسوس ڪيو هو ہر ڪيترا معتبر پاسينگر جي اڳ سندس بگي تي ئي چڙهندا هئا، ڪانئس پاسو ڪرڻ لڳا هئا. ڪيترا روزانو ڪوڏيا پاسينگر وري ٻڌ سڌ تي بگي وارن وانگر، ڪيس چيڙائڻ بہ لڳا هئا. ان ڏهاڙي هو هڪ ڏسٽي وائسٽي معتبر کي ڪنيو شهر پئي آيو. رستي کي ڪشادو ۽ خالي ڏسي هن بہ ’بور‘ کي ڍر ڏني هئي اڪين مان جنسي ٻاٽي پئي وهيو تہ اوچتو اهو پاسينگر ڪانئس پڇي وينو،”رئيس تون متيري تي چو چڙندو آهين!“ رئيس کي جڻ چوچڙي اچي وئي. هن خار ۾ ڏانهس ائين گهوريو جڻ ڪيس ڪچو کائي چڏيندو. سندس دل گهريو تہ جيڪر هنکي بہ اهي تسريون، زبرن زبرن سان ٻڌائي، پر کو خيال ڪري هن يشي ڏئي ڪيس جواب ڏنو ”ارمان آ صاحب، تون بہ لوئين وارا سوال ٿو پڇين.“
هن ٻئي پيرا ڏينو ۽ سندس سنگت کي ٿڏي سيني سان سمجهاڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ہر حرام جو هو مڙيا. جيئن پوءِ تيئن پيا بہ کين پاسو وناڻ لڳا هئا. پوءِ تنهن ڏينهن سندس وس کان ڳالهہ نکري وئي ۽ هو ڏو فوجداري ۾ هليو ويو، ان ڏينهن صبوح کان سندس متو ڦريل هو. هو روز صبوح جو گهوڙي کي ڪرڪرو هٿي تيار ڪرڻ بعد، ليرن پاٽي ڪري پوءِ گاڏي ٻڌلدو هو. ان ڏينهن گهوڙي کي جوٽڻ لاءِ تيار ڪري، گهر

آيو ته جوڻس اچا ان وقت اٿو ڀٽي ڳوهيو. خار ۾ ويچاري کي ڀتي چنبا هڻي لنگهڻ تي گاڏي ٻڌي ٻاهر نڪتو، ته ڪيس سواري ملي وئي، پريا ٻه ڪلاڪ پاسينگر کي هيڏي هوڏي گهمائڻ بعد جو ڪيس هڪ روپيو مليو ته مٿي ڪان پيرن تائين سڙي ويو. ٻاهه ۾ ٻٽسا روڊ تي اچلي هو اسٽان تي آيو ۽ اچا ڳهر ٻه ا ء سڪايو هئائين، ته هن پارٽي پنهنجا پوڳ وري شروع ڪري ڏنا هئا.

”يار دينو، منهنجو ته بک ۾ ساهه ٿو نڪري هل ته ٻتي گرهه کائي اچون،“ امين مرڪندي دينو کي چيو.

”تون ير پلي کائي آءُ. مان ته جهٽ ڪن تي متيرن جي پاڇي سان ڊيو ڪري آيو آهيان،“ دينو رئيس، ڏانهن لهاريندي ڪلندي جواب ڏنو.

سڄي سنگت ۾ ڪوڪرو مچي ويو. رئيس کي ٻاهه وٺي وئي ۽ هن رڙ ڪري چيو، ”ڪتا بڪ بند ڪر.

”چاچا مان توسان ڪو ڳالهايان ٿو،“ دينو ائين ڪلندي جواب ڏلو.

”تنهنجي اچوڪي سڄ ۾ لاک نه لاهرايم ته مان ٻروچ مون ناهيان پر تنهنجو تخم آهيان.“ ائين چئي رئيس گهوڙي کي چابڪ هڻي گاڏي کي اسٽان مان ڪيڍي فوجداري ڏالهن هليو ويو. هن در وٽ پهچندي ئي مٿي تان انگوڇو لاهي فوجدار جي پيرن ۾ اچليو هو.

”فوجدار، تون به ٻروچ آهين ۽ مان به ٻروچ آهيان. من ٻروچڪي تي نظر ڪري منهنجو داد ڪرين. دينو ڪهڙي رن جو پٽ آهي جو هڪ ٻروچ کي ’نناون‘ جو ٽالو ڪٽي چيڙائي،“ هن روئڻهارڪو ٿي چيو هو ۽ فوجدار هڪدم دينو کي گهرائي ڪيس گڏهه والگر ڪتي بيگر ۾ سندس بگي ماري جاچ ۾ هليو ويو هو. پوءِ جڏهن شام جو دير سان دينو موٽي آيو هو، ۽ سيني کي پاڻسان ٿيل واردات جو ٻڌايو هئائين، تڏهن سيني شهيد

جي روضي ۾ قسما قسمي تي اها ٻڌي ڪئي هئي پيا ته نهيو
ڀر زوار به ونڻ جو نه هو. چي:
"رئيس دينوءَ کي ماڻ پيڻ تي ڳاريون ڏيندو هو ته به اسان
کجهه ڪونه ڪڇيو. هيئنر رئيس ايڏي 'مڪر' وارو ٿي ويو جو
پنهنجي ڪرت واري کي فوجداري ۾ مارائي ۽ بيگر وهائي!"
"رئيس لقمان هلندين،" هڪ پاسينگر ويجهو اچي سندس خيالن
جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو.
"ها بابل چو نه هلبو،" رئيس سيڻي ڏانهن لفرت سان نهاريندي
ٻگي اسٽان سان ڪيدي ۽ پاسينگر کي وهاري ريڻن کي ساهه
ڏئي ته گهوڙو ڪنن وٽان ڏوڙ ورائڻ لڳو.

ٻئي ڏينهن به ٽانگو وهائيندي صبح کان شام تائين ڪيس ڪو
نه ڪو ٻگي وارو مليو. پر نه ڪنهن هن سان ڳالهايو ۽ نه
ڪنهن ڪو ڪٿو لفظ ڪڍيو. پيا ته نهيو خود دينو سڄي ڏينهن
۾ ڪيترا ڀيرا دوبدو ٿيو هو پر ڪيس ڏسندي ئي پري کان ٻگي
روڊ تان لاهي پئي ڇڏيائين، هن کان اڳ هو عام طور ان
جاءِ تي بيهڻ کان لهرائيندو هوجتي دينو يا سندس سنگت بيٺل
هوندي هئي، پر ٻئي ڏينهن هو هاسڪار ٻتي ڀيرا سندن وچير
بيٺو هو. هن مرقعو پئي تاڙيو ته ڀلي ڪو ساڻس ڀوڳ ڪري
ته هو فوجدار کي دانهن ڏئي انکي به رنڊ ڏياري. پر ڪيس
اهڙو وجهه ڪونه مليو. سيڻي جا وات سڪي ويا هئا. شام جو
گهوڙي ڪولڻ وقت نورو وٽس آيو ته هن وڏا ٽهڪ ڏيندي
اوري کي چيو:
"نورا سگهڙن سچ چيو اٿئي ته سنڌ ڪلي سان پڌل آهي. ڏس
ڪيئن نه پن موچڙن ۾ ڳر ڪري ڇڏيا اٿم."
"اها ڳالهه ته برابر آ، پر رئيس توکي به سڄو ڏينهن ڪنهن
سان ڳالهائڻ کانسواءِ مزو اچي ٿو؟"

”مزو؟“ ان ڪان وڌيڪ هو الاجي چو ڪجھ نہ چئي سگهيو. البت ٽئين ڏينهن جي شام جو جڏهن ’ايڪسپريس‘ جون سواريون لاهي سڀ اسٽان تي بيٺا هئا ۽ انهن چپ چاپ لڳي ٿي هئي تڏهن رئيس جي ڪنن تي، صاحبزادي ٽرئفڪ جي سپاهي، جو آواز پيو. هو دينو کي چئي رهيو هو، ”هل دينو، توکي فوجدار صاحب گهرايو آهي.“

رئيس تيڏي اک سان دينو ڏانهن نهاريو جو ميسٽون منهن ڪري بگي، اسٽان مان ڪيڍي رهيو هو سڀ چپ چاپ هئا. هر ڪنهن کي خبر هئي تہ هن وقت دينوءَ کي بيگر ڪالسواءِ پيو ڇا جو سڏ هو.

اوچتو رئيس پنهنجي ڏورکي زور سان ستڪو ڏنو ۽ رڙ ڪري چيو: ”صاحب زادا، وڃي پنهنجي بابي فوجدار کي چؤ تہ دين محمد ڪونہ ايندو، ڪيس اهو بہ سمجهائي ڇڏ تہ اسان بگي وارا ٻاڻ ۾ وڙهون، يا پرچون تنهن ۾ هنجو ربيع يا خريف.“

صاحب زادو، ٽرئفڪ جو سپاهي، عجب ۽ خار سان ڏانهس گهوريندي پوئتي وريو ۽ رئيس سيني ڏالهن پيار سان نهاريندي، هودي ۾ لڳل گهنٽي وڄائڻ لڳو.

وڏيري نور محمد خان جي ڌيءَ رات اوچتو بيمار ٿي پيئي هئي، سو ڳوٺ جون زالون پڇڻ آيون هيس. ليڱري سوڙ ۾ ويڙهيل سيڙهيل سمهي پيئي هئي. ڪي زالون مٿن ڪان ڪي پيرانديءَ کان وينيون هيس، ۽ ڪن ڪيس زور پئي ڏنا. ته ايتري ۾ ڀڳي نوران لمڪا ڏيندي اچي اڪتي. چيلهه تي هٿ رکي، زالن ڏي منهن ڪري چيائين، ”ٻڌو ٻڌو!“
”ڇا؟“ ٻن ٽن زالن جي وات مان نڪتو.
”زينب کي پوليس ٻڌي ويئي!“
”هان!“ زالن جا وات ڦاٽي ويا. ڀڀلا ڀڀلا ڏند ڏيکاريون ڏيڻ لڳا.
وڏيري جي ڌيءَ جا اکيون ڀيلي ٿي ويئي هئي، تنهن جو ويتر رت ڇڏي ويو. ويچاريءَ سوڙ کي ڇڪي ڪٺي مٿان وڌو. ان کان اڳ ته ڪا زالن، ڀڳيءَ لوران کان ان جو سبب پڇي، نانيءَ حاجل ناس جي دٻلي وِرَ مان ڪڍي ان کي آڱر سان نهڪائيندي پڇيو، ”ڇو؟“ ان ’ڇو‘ تي سڀني پنهنجون اکيون کڻي ڀڳي لوران ۾ کپايون. وڏيري جي ڌيءَ ته سوڙ ۾ ڇُر ڀُر ڪئي — هن کي ته شايد سبب ٻڌڻ لاءِ الله مانڊ هئي.
”حرامي ٻار ڄائو هوس، ڏوڙر مان ڪڍ ڪٺي پوريائين پئي، ته ڪنهن مسٽرسالوءَ ڏسي ورتس ۽ وڃي ٿاڻي ۾ رپورٽ ڪيائين.“
ائين چپ ٿي ويئي، ڄڻ ڪو راڪاس کهي ويو. وڏيري جي ڌيءَ ته ڇرڻ ڀرڻ ڇڏي ڏنو: صفا ٻڌ ٻوڙ ٿي ويئي وري به شاٻس ناليءَ حاجل کي، جنهن ناس جي چپٽي ڪن لڪ کي ڏيئي، پنهنجي هوش کي جاءِ ڏيو. ڪٽ تي سري جاءِ ڪيائين!
”آءُ، لوران، هٽ ويهه: سڄي ڳالهه پيرائتي ڪري ٻڌاءِ.“
”نه مامي، ويهڻ جي واند ڪانهي، ڪاهه تي ٿي وڃان.“ ڀڳيءَ نوران وڏائي ڪئي.

"گهڙي تہ ويهہ، چوري!" مُلياڻيءَ پنهنجيءَ عينڪ جا ڏاڪا ڏاهيا. پڦيءَ نوران بہ هاڻي ڳالهہ کي چڱيءَ طرح پڌائڻ کان سواءِ وجھ واجب نہ سمجهيو، سو ويهي رهي.

"چيا پڌايانءِ، ماسي،" پڦيءَ نوران ڳالهہ کي لاڻيڊ سان شروع ڪيو: "جماندار اهڙي مار ڏنيس، جو منهنجي توبهہ... جُنبائي جُنبدا پٽيائينس!"

"چو نہ مارينس جمالدار، اهڙو ڪم تہ ڪسبياڻين کان بہ نہ پڄي!" صفوران الدر جو ساڙ ڪڍيو.

"پر ماڻي اها بہ بدنامي، اوڙي پاڙي وارا پڌي چا چوندا!" نالي حاجل چيو.

"پلا اڳي گهٽ بدنامي هئي چا؟ ڪاٽي رهي نصرپور، ڪاٽي رهي خميسي جي واندا. سيني کي تہ سندس افعالن جي خبر هئي مُلياڻيءَ ڳالهہ کي ٽيڪ ڏني.

مُلياڻيءَ جي ڳالهہ سورهن آنا سچ هئي. ترم گهٽو ڪري سيني کي سندس افعالن جي ڄاڻ هئي. پلاڳوٺ جو کهڙو ڳيرو جوان هن کان بچيل هو. هن جنهن سان بہ هڪ حرف ڳالهايو، يا چڙي اک ملائي، تہ چندر جي رڪارڊ مصداق ان جي منٿن ۾ صفائي ٿي ويندي هئي؛ ۽ پوءِ اهو همراهہ پنهنجن ماڻٽن کان ميلي جي بهاني ڪجھ ڏوڪڙ وٺي، يا پيءُ کان چوريءَ پنهنجي ان جي پار مان ڪجهہ حصو ڪلومل جي حوالي ڪري، ۾ جي ائين بہ نہ پڳو تہ پر واري ڳوٺ مان ڪنهن جي وڇير ڊڳي پڌي مهاديءَ واري کي اڌ قيمت ۾ ڏيئي، شهر ۾ هن لاءِ شبن ململ جا گهگهرا ۽ ملائي جون سٿڻون سبرائيندو نظر ايندو هو. اهي سوڪڙيون عطر ۾ پڌل ساڻي ڳاڙهي ريشمي رومال ۾ پڌي، زينب ڏي موڪليون هيون؛ ۽ ان جي جواب ۾؛ 'چنبڊ لٽي' يا 'ڪڪڙن جي پهرئين دس وقت' ملڻ جو

انجام ايندو هو. ٻوءِ اهي ملاقاتون ايستائين پيون هلنديون هيون، جيستائين ان همراهہ جي ٻيءَ کي پنهنجي ٻار ۾ ڪوٽ لظر نہ ايندي هئي، يا ان ڏڳي وچير جو مالڪ ڏور سڏو ڪري ٻاڪو وني، همراهہ جي گهر جو در نہ اچي جهليندو هو. زينب جي مٽي ٻيءُ ماءُ کي شدمد سان گاريون ڏيئي، اها چٽي پربي هئي؛ ان همراهہ جي، جي شادي ٿيل هولدي هئي، تہ جوڙس جا مهٽائي ڪيس هميشہ لاءِ توبهہ ڪرائي ڇڏيندا هئا، نہ تہ ٻيءَ حالت ۾ پـير مثل شاهہ سائين. ڪي ميڙ ڪري ان همراهہ لاءِ برادر مان سنگ وٺبو هو. ٻن ٽن هفتن اندر ان گهر مان شادي جا لاڏا ٻـُڌجڻ ۾ ايندا هئا. همراهہ لئينءَ لنڍيءَ ڪنوار کي هٿ ڪري خوش ٿي وينهو هو. ۽ زينب ان ڪان آمرو ٻلي ڪنهن ٻئي ٻيرو جوان کي ٻاڻ ڏي ساهيندي هئي. ائين تعداد وڌندو رهيو، وڏيري جي وڏي ڪمدار ايوب تہ هڪ ڏينهن 'لـُور مني' جو قسم کڻي ڇيو هو تہ ڳوٺ ۾ ٻن ٽن گهرن ڪان سواءِ ڪو اهڙو گهر بچيل ڪولہ هو جو زينب جي مرڻ بعد سندس جنازي کي ڪلهو ڏيئي سگهي. اها ڳالهہ ٻڌي زينب کي جيڪو شرم آيو، اهو تہ خير، رهندو پنهنجي ساهيڙيءَ ڪريمت کي، جا ٽورين گهٽين پارين ٻاڻ جهڙي هيس. ڏند ٽيڙي ڇيو هئائين، "اميد آ الله ۾ تہ اهي ٻہ ٽي گهر بہ نہ ڇڏيندس!" سندس بدچاليءَ ڪري ڳوٺ جي ڪنوارين ۽ جوان زائفن کي سندس گهر وڃڻ تہ ٻري رهيو، ٻر ماڻس ڳالهائڻ جي بہ منع ڪيل هئي. جي اتفاق سان ڪاهہ ڪندي يا ٻـلـِي ٻتيندي ڪنهن ڇوڪري جو روح ست ڏيندو هو، ماڻس ٻہ حرف ڳالهائيندي هئي، ۽ خدا بہ ڪري خير، جي اها خبر ان ڇوڪري جي ڪنهن وڏي پاتي کي ٻولدي هئي، تہ گهڙي ڪن ان گهر ۾ ٻرڙاٽ ٻڌبو هو، ۽ ڇوڪري ڪيـيون ڪري توبهہ ڪندي هئي. ويچارا مائٽ بہ ايترو خيال ڇونہ ڪن؟ ڪريمت

جو مثال سندس اڳيان هو. زينب سان ساهيڙپ رکڻ کان اڳ هو ڏاڍي شريف ڇوڪري هئي، مجال جو ڪنهن مرد ماڻهوءَ سان اک کڻي ڳالهائي؛ پر جڏهن کان زينب جي صحبت ۾ آئي تہ ڪري خراب ٿي پيئي. اهڙيءَ ڳالهہ کان پوءِ، ڳوٺ جي پرين مڙسن کي نانگ تہ ڪولہ کاڌو هو جو پنهنجين جوان جماڻ زالڻن کي زينب ڏانهن وڃڻ ڏين!

زينب عمر جي اڌ، رنگ جي سانوري هئي. سندس چپ مسا ڳ هڻڻ ڪري هميشه ڳاڙها نظر ايندا هئا. پنجن ڀارن جي ماءُ هئي. چار تہ پنهنجن نالن سان سڏبا هئا، پر پنجون 'منبو منبو' ڪري سڏبو هو. ان ويچاري کي بہ الله منبو ڪيو پر زينب ڪيو. ڳالهہ ٿي هيئن، تہ راند ڪيڏندي پٺهنس هڪ يتيم ڇوڪري کي مار ڏني. اهو ڇوڪر روئندو وٽس ويو ۽ ڪيس دانهن ڏنائين. ٻارن جي فطرت، گهڙيءَ ۾ پرچڻ. ڀلا ان ۾ کهڙو قياس تو نهي؟ پر هن پنهنجي کي اڇي ڏندن سان ورتو. ڪي ڏڪ رحماني ڪي ڏڪ شيطاني؛ وري ٻار جو بہ کهڙو قوت...لڳي جو ڇوري کي اولو ڏڪ، تہ چنگهہ سڄي هيٺ ٿي وئي. ڪنير ڏاڍيون لپريون ٻڌيون پر چنگهہ ڪانہ نهي، ڇوڪر هميشه لاءِ منبو ٿي ويو، سندس ٻارن جا رنگ بہ عجيب هئا. ڪي پورا ڀاه جهڙا. تہ ڪي ڪارا ڪر. انهن ٻارن جي نسل بابت هوءَ ڪڏهن ڪڏهن ڪريمت کي ٻڌائيندي هئي. مثال طور، جڏهن ڪيس ڀريل ڇانو هو تہ ڪريمت ڪالئس پڇڻ آئي هئي. ڇوڪري کي ڏسي چيو هئائين،"ڇوري، پٽ تہ واه جو ڇٽيو اٿئي." زينب کلندي جواب ڏنو هو، "چونہ مهٽو هوالدو، پٽس بہ تہ مهٽو آهي!" ۽ پوءِ ڪريمت کي ڪن ۾ ٻڌايو هئائين تہ صديق سان رستي رکڻ بعد مهيني اندر ئي ڪيس هٽ ٿيو هو. ڪريمت کي اها ڳالهہ دل سان لڳي هئي، جو صديق ڳوٺ جي ناهوڪن جوانن سان هڪ هو.

اهڙي طرح، ڪيس فريد جاڻو ته هن ڪريمت کي ڇيو هو،
”مڙئي ليک اڪيل هو، ادي ڪريمت، نه ته امين ڪو منهنجو
هيسي جيسي هوا! هي ڇورو به ان تي ويو آهي.“ وري منهن
بچڙو ڪري، پر ۾ سهيل فريد کي ڏسي ڇيو هئائين، ”رلگ
ته ڇڏ، جو مان به مالوري آهيان، پر منهن جي تختي ۾ ڇنجهين
اکين کي تڪي ڏسينس ته سود امين آهي!“ڪريمت ٿوري دير
ڇوڪري کي تڪي ڇيو هو، ”هائو ڙي، برابر، تر به ماريي امين
مان نه لاٿو اٿس!“ ڪريمت جو جواب ٻڌي، زينب ڇڪ ڪري
زمين تي ٿڪ اڇلائي هئي. ڪريمت کي خبر هئي ته زينب
اها ٿڪ زمين تي نه پر حقيت ۾ امين جي زال صفوران جي
منهن تي اڇلائي آهي، جو هوءَ ان وقت زينب سان گڏ هئي،
جڏهن صفوران زينب کي پنهنجي کوهيءَ تان پاڻي پريندي
گاريون ڏنيون هيون ۽ زينب مانڙي ڪري، بادشاهه پير دستگير
جو قسم کڻي، ڪريمت کي ڇيو هو ته هوءَ صفوريءَ کان انهن
گارين جو ضرور پلئه وٺندي... تان جو زينب امين جهڙي ڪاري
رَڍ سان رستو رڪي ڪيس اهڙي ته مار ڏياري هئي جو ڪيترا
ڏينهن هوءَ کٽ تي پئي هئي.

زينب جو مڙس خدابخش ويچارو جيستائين جيئرو هو، تيستائين
هن پنهنجيءَ زال کي سمجهائڻ کان نه گهٽايو. هن گهڻا ئي
ڀيرا زال کي الهن افعالن تان ماريو هو، هڪ ڏينهن ته ڪهاڙي
سان ڪيس صفا خون پئي ڪيائين، پر زينب جي رڙين تي همراهن
اچي ڪائنس ڪهاڙي ڪسي. مٽن مائٽن جي صلاحن جي باوجود
هن زال کي طلاق نه ڏني. ڳالهه اصل هيئن هئي ته زينب
جي نالي سرڪاري رڪارڊ ۾ ڏهه جريب زمين هئي، جا خدابخش
آباد ڪندو هو. جي زال کي طلاق پئي ڏنائين ته اها زمين
به هٿن مان ويس مڙئي دڙڪي داب ۾ ڪم ٽپائيندو پئي
آيو— تان جو وڃي پنهنجي ڏيهه پهتو. مڙس جي فوت تي وڃڻ

بعد زينب کي ويتر چوٽ ملي ويئي. اهي ئي حال، آهيئي افعال، البت اولاد جي خواهش سو چڏي ڏنائين. ڪجهه داين جي صلاح، ڪجهه دوائن جي مدد— مڙيئي ڪم ٽپندو ٿي آيو.

”هر ٻڍي لوران، ادي خدا بخش کي گذري ٻه ٽي سال ٿيا تنهن بعد هوءَ هميشه ان ڳالهه جو خيال رکندي هئي. ايترن سالن ۾ ڪيس ڪجهه نه ٿيو، ۽ هاڻي اهو وري ڪيئن؟“
”مولکي ته ڪا ٻي ڳالهه ٿي نظر اچي.“ هڪ زائفان عقل ويڙهايو.
وڏيري جي ڏيءَ سوڙ مان منهن ڪڍيو. سڄي ٻکهر ۾ ونجي ويئي هئي.
”مائي، اهو قدرت جو ليک آهي، جنهن کي نه دايون ٽاري سگهنديون نه دوائون.“ لالي حاجل مولوي ڪهاڙي جي الداز ۾ چيو.
”پر. ماسي ٻاڻ ٻه سڄي ڪئي اٿس ته پار سندس آهي!“ ٻڍي لوران چيو.
وڏيري جي ڏيءَ اهو جملو ٻڌي ٽڏو اولهو شوڪارو پريو— ائين جڻ هن جي سيني تان ڪو بار لهي ويو هجي، پر سندس اکيون ڪنهن عجيب احساس جو اظهار ڪرڻ لڳيون. جڻ هن جي ڪا املهه شي وڃائجي ويئي هجي— ڪا اهڙي شي، جا هن جي پنهنجي وجود جو حصو هجي.
گهڙي کن ماٺ ڪري، ٻڍيءَ نوران وري ڳالهه کي چوٽ چاڙهيو،
”هڪڙي سپاهيءَ ٿي چيو ته ست سال ٽيپ ملنديس.“
”ست سال!“ هڪ زائفان کان چيٽ لڪري ويئي.
وڏيري جي ڏيءَ جون اکيون ٻه اهو ٻڌي پرجي آيون. وري گهڙي کن سالت ٿي ويئي.
”هڪ ڳالهه ۾ ته اهو چڱو ٿيو، لالي ملياڻي!“ هڪ زائفان چيو.
”ڪهڙيءَ ڳالهه ۾!“

”زينب ڪاٿان جنھ تہ چتني ھئي!“

”ھا، اھا ڳالھ چئي، ھولٿن بہ ڪني آڱر وڌي پلي!“

وڏيري جي ڏيءَ شور مان ملياڻيءَ کي ڏٺو. سندس ذھن ۾ ور ور ڪري ڪني آڱر، جا لفظ ڦرڻ لڳا. ھن سوڙ کي ڇڪي ڪٽي پنھنجي مٿان وڌو. ھن جي اکين مان شڪر گذاريءَ جا ڳوڙھا وھي، وھاڻي کي پسائڻ لڳا. ھن جي چپن پڙڪيو:” زينب، ماسي زينب ...!“

هن ڀريون اٿي ڪوٺيءَ جو دروازو بند ڪيو جيئن پرواري ڪوٺيءَ ۾ سهيل پاڻس ڳالهائڻ تي اٿي نہ اچي. پوءِ الماري کولي ان مان هڪ ڳاڙهو چلڪڻو پڪيٽ ڪڍيو. پڪيٽ صاف هو، مٿس مٽي جي دز بہ ڪانہ هئي، پر ان جي باوجود بوٽن جي دوڪان وارو اشهد آگر مان ٺڪ ٺڪ ڪري، هن رومال مان اگهڻ مناسب سمجهيو. ان وچ ۾ مان لنڊڙي پار جيان وات ڦاڙيو ڏانهس ڏسندو رهيس.

”ڏس پر،“ هن وڏائي سان مون ڏي نهاريو. ”هن پڪيٽ ۾ توکي هتان جي الهن سيني سهڻين ڇوڪرين جا فوٽا ليندا جن جو هن وقت تائين مون سان لاڳاپو رهيو آهي. گهڻو ڪري سيئي وڏ گهراڻيون آهن. زندگي ۾ پهريون پيرو توکي ئي پيو ڏيکاريان، ڪڻ قران جو قسم تہ ڪنهن کي ڪونہ ٻڌائيندين؟“

”ها“، مان الائي ڇو ’ها‘ ڪان وڌيڪ ڪجھ چئي نہ سگهيس.

”چڙي ها مان ڪجھ ڪونہ ملندو، اول ڪو پلو سائين بہ وچ ۾ هجي.“

لنڊي هوندي ڪو ڪن ڦاڙ جوڳي نانگ کڻي ايندو هو تہ ويڙهي جا سڀ ٻار سندس چوڌاري ميڙ ٺاهي بيهندا هئاسين. نانگ ڏيکارڻ کان اڳ، جي هو مرلي وڄائڻ يا ٻڌائڻ ۾ تہ هن اهو نانگ ڪٿان پڪڙيو ۽ ڪيترو مدو پيل آهي، ڪيسر ڪندو هو تہ اسان کي جڪ پيا ايندا هئا. اسان جي دل رڳو چوندي هئي تہ هو سڀ ڳالهيون پوءِ تي رکي، پنهنجي ڪالن واري ڇٻي جو ڍڪ مٿي ڪري تہ ڏسون: ڪاريهر آهي يا ڪنيارو— سندس ان اجائيءَ ڪيسر تي بہ اوتري ئي خار آئي ۽ مانڙي ڪري تڙ تڪڙ ۾ قسم کنيم جيئن وڌيڪ ڪا دير نہ ڪري. جيئن ڪو پاڪ ڪتاب کولبو آهي تيئن هن آهستي پڪيٽ

کولي، ان مان هڪ فوٽو ڪڍيو. هن عجيب نظرن سان فوٽي
کي ڏسندي، ٿڌو شوڪارو ڀريندي، فوٽو مون کي ۽ ڇيو،
"اها چمپا اٿئي". مان چمپا کي ڏسڻ لڳس، فوٽو ٽڪرن ۾ ڪڍيل
پئي نظر آيو. سندس ڪاٻي هٿ ۾ ڪتاب هئا جن کي سيني
سان لايو شايد اسڪول ڏانهن پئي وئي. ڪپڙن لٽن مان ڏيسڻ
واٽياٽي پئي لڳي. مان سندس سهڻن مهاندن کي ڏسڻ لڳس ۽
هو مون کي هن بابت ٻڌائڻ لڳو. "ڪٽرنگ سيٽ جي ڏيءَ هئي
۽ واڻڪي اسڪول ۾ پڙهندي هئي. هڪ ڏينهن ڪيس اسڪول
ويندي ڏٺم، دل کي الائي ڇا ٿي ويو- ڪيس ڏسڻ بنا آرام ئي
ڪونه ايندو هو. پوءِ اهو ليم ڪري ڇڏيم ته جڏهن هوءَ ڪتاب
کڻي اسڪول ويندي هئي ته مان به سندس ڪڍ لڳندو هوس.
ڪيس سندس اسڪول ڇڏي پوءِ پنهنجي ڪلاس ۾ اچي ويهندو
هوس. ائين ڪندي مهينو کن گذري ويو. هڪ ڏينهن ڪٿي ٿي
کڻي— ڇا ٿو ڪيان جو هڪ وڏو خط لکي سندس اسڪول جي
ائڊريس تي روانو ڪري ڇڏيم. بيوقوفي سبيان پنهنجي سموري
ائڊريس به لکي ڇڏيم جيئن جواب ڏيڻ ۾ ڪيس ڪ تڪليف
نه اچي. ان ڏينهن هوءَ اسڪول ۾ نه آئي ۽ سندس خط ، ستريائي
ڪوليو. پوءِ ته يار، سمڻ مچي ويو. ماستريائي اهو خط سڌو اسان
جي پرنسپال ڏانهن موڪليو، پرنسپال به هو هندو، تنهن کي
اچي ڌرم جي لڳي. ٻي ڏينهن اسان ڪلاس ۾ جاميٽري پئي ڪئي،
جو پٽيوالو مون کي سڏڻ آيو. آفيس ۾ لنگهيم ته ليٽي لڪڻ
سان وٺي ويو. منٽن ۾ بت تي اينگلون ۽ ٽرينگلون ٺاهي
ڇڏيائين. هڪ جو نشان ته اڃا پٺيءَ تي هوندو." هن قميص
مٿي ڪري پنهنجي پٺي مون ڏي ڪئي، مان سندس ڪاري پٺيءَ
کي چڱي طرح جاچي، ڪيس ٻڌايو ته هينئر اتي نشان ڪونه هو.
"خير ڏهي ويو هوندو، ڏينهن به ڪيل ٿيا اٿس."
"پوءِ"، ٿوري دير کان پوءِ مان ڪائنس پڇيو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، ڳاڙها ... توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون پاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)